سنڌي ساهت سال جو اڌري
ڪتاب

# ڇڇريل زندگين جا قافلا

(ڪهاڻيون)

رسول ميمڻ

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن
سکر (شاخ)

ڪتاب : چچريل زندگين جا قافلا
(ڪهاڻيون)

ليکڪ: رسول ميمڻ

ڇاپو: پهريون، ٣١- ڊسمبر ١٩٨١ع

ڇپائيندڙ: رشيد ڀٽي

صدر سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن سکر

ٽائيٽل: ادل سومرو

ڇپيندڙ: همدرد پريس سکر سنڌ

قيمت 5-00 رپيا

CHICHRIAL ZINDAGIUN JA KAFLA
(Stories)

Writer: Rasool Memon

Edition: First, 31 December 1981

Publisher: Rashid Bhatti
President Sind Graduates Association
SUKKUR.

Title: Adal Soomro.

# سنڌ ديس جي
# هارين جي ڌالي

# سٿاءُ :-

# تعارف

"۱۹۸۱ع" سنڌ ۾ ساهت سال ڪري ملهايو ويو- سنڌ جي شهر شهر ڳوٺ ڳوٺ ۾ ننڍي توڙي وڏي پيماني تي ساهت ڪانفرنسون ۽ ميڙ مجلسون ڪوٺايون ويون. ادبي جماعتن ۽ ادارن، اشاعت گهرن ۽ فردن ڪتاب ڇپرايا. هن سال سٺو ڇهڇٽو ٿيو ۽ ڪافي ڪتاب مارڪيٽ ۾ آيا.

اهو سڀ ڪجهه ذاتي طرح ۽ نجي ادارن طرفان ٿيو- هن سال به سرڪار ان ڏس ۾ ڪو خاص پاڻ نه موڪيو،- همت‌افزائي ۽ ٿلهي تعاون جي حد تائين به نه! ادبي انجمنن سان گڏوگڏ سنڌ جي ثقافتي ۽ سماجي تنظيمن به ساهت سال جي سلسلي ۾ اڳتي وڌي ڪم ڪيو- ڪراچيءَ واري "شاهه لطيف ثقافتي سوسائٽيءَ" ساهت ڪانفرنس منعقد ڪئي، جا گذريل ڏهن پندرهن سالن جي عرصي جي يادگار ۽ مثالي گڏجاڻي آهي- سڀ کان وڌيڪ جنهن جماعت هن ڪارج ۾ وڌون‌وڌ حصو ورتو سا "سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن" آهي.

هميشه جيان هن جماعت جي سکر شاخ به پٺتي نه رهي آهي. "لطيف سال" جي موقعي تي سگا سکر اختتامي "لطيف ڪانگريس" سکر جي جيمخاني ميدان ۾ منعقد ڪئي هئي، جا پنهنجو مٽ پاڻ هئي ۽ نه وسرندڙ نقش ڇڏي ويندڙ محفل هئي. "ٻارن جو سال"

جي موقعي تي سکر شاخ سنڌي نوجوان شاعر ۽ شاخ جي سرگرم رڪن ادل سومري جو ٻارن لاءِ شاعري جو ڪتاب ”چنڊ پشم گولو“ ڇپرايو هو. هن سال به اختتام وقت اسين سکر جي نوجوان ڪهاڻيڪار رسول ميمڻ جي نون افسانن جو مجموعو ”ڇڇريل زندگين جا قافلا“ ساهت سال جي پيٽا طور پيش ڪري رهيا آهيون.

رسول ميمڻ هن وقت ، سکر توڙي سنڌ واسين لاءِ ڪو نئون نالو نه آهي - هن مهل تائين سندس ٻه ڪهاڻين جا مجموعا ”امن جي نالي“ ۽ ”ڪافر ديوتا“ ايع ٿي چڪا آهن. سندس هڪ شعري انتخاب ”اوشا ي آشا“ به پڙهندڙ وٽ پهچي چڪو آهي- رسول ميمڻ جي ذڪر ۽ فن بابت راقم الحروف ۽ دوست ا رجليل، سندس اڳين ٻن مجموعن تي مهاڳن ۾ چند چاڻ لکي آهي، سندس پهرين مجموعي ”امن جي نالي“ تي لکندي مون راءِ ڏني هئي:

”جيترو قد ۾ ننڍو اوچو آهي اوترو ئي سوچ ۾ ڌ ٿ اونهو آهي- هي حليم سڀاءَ وارو نوجوان هن وقت ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد آهي. مڙدن جي وڍ ڪٽ ۾ ڪيترو ڪامياب ويو آهي ، سو ته مان نٿو چئي سگهان، پر سماج جي جيئري جاڳندي انسان ۽ ان جي اندر جي وڍ ڪٽ ڪمال مهارت سان ڪري

سگهي ٿو. ڏاڍو اونهو آهي ۽ گهرو پڻ. حساس به ته حقيقت پسند به ...... رسول ميمڻ جي افسانن جو موضوع اڄ جو اپوجهه ۽ اياڻو ايذايل انسان آهي ۽ انسانيت جو فرسوده ۽ انسان دشمن قدر. هو انساني سماج جي اوڻاين، اوچ نيچ ۽ ايذاءَ جو اڻ ڌر ويري آهي. هو انسان جي عظمت جو داعي آهي. هو انسان کي ڪنهن قدرت يا جبر جو طفيلي يا ماتحت ڏسڻ ۽ سمجهڻ نٿو تسليم ڪري. هو انساني سماج ۽ انسانيت جي ناسورن کي اقتصادي مسئلن ۾ غير برابرين جي پيدائش ٿو سمجهي....وٽس موضوع به آهي ته مقصد به وٽس منظر ڪشي به آهي ته ڪردار نگاري به. وٽس مشاهدو به آهي ته ان جو اظهار به. هن وٽ سوچ جي سيبتائي به آهي ته لطيف انساني جذبن جي عڪاسي به. وٽس لفظن جي چونڊ به آهي ته تشبيهن جي ترائي به.“

رسول ميمڻ جي ساگهيءَ ڪتاب تي هلال پاڪستان جي ڪالم ۾ لکندي، امر جليل، چوي ٿو:

”ٻاويهن سالن جو نوجوان رسول ميمڻ ان شهر جو آهي، جنهن شهر مولائي شيدائي، شيخ اياز، رشيد ڀٽي ۽ فتاح ملڪ کي جنم ڏنو آهي. انهن قداورن جي وچ ۾ ڏات ۽ ڏاهپ سان جهنجهيل هيءُ نوجوان وڏيءَ هاڃيءَ ڪانيءَ سان پيدا ٿيو آهي رسول ميمڻ امن جو پيغمبر آهي. رسول انسانيت جي مرڻهنگ جسم ۾ نئون

ڦوڪيندڙ مسيحا آهي. اسان ارڏن، سوداين ۽ سچائيءَ لاءِ متلاشي قافلي جي مسافرن جو نئون ساٿي آهي.“

رسول ميمڻ جي ڪهاڻين جي ٻي مجموعي ”ڪافر ديوتا“ (١٩٦٩ع) جي مهاڳ ۾ امر هن لاءِ لکي ٿو: ” اوشا جي آشا “ پڙهڻ کانپوءِ شدت سان محسوس ڪيم ته رسول بنيادي طرح فڪشن جو ليکڪ آهي ڪهاڻيءَ جي فن ڏانهن سندس لاڙو شاعراڻو آهي. سنڌي ادب ۾ تمام گهٽ اهڙا اديب آهن جن کي نظم توڙي نثر تي هڪ جهڙي قدرت آهي. في الحال اهڙن ٻن اديبن جا نالا دل تي تري آيا آهن. هڪ لڇمڻ ڪومل ۽ ٻيو قمر شهباز... رسول کي سٺن افسانن جي ڏات مليل آهي.... مان فقط ايترو چوندس ته رسول جا افسانا غور سان، توجهه سان ۽ همدرديءَ سان پڙهيا وڃن، رسول جا افسانا انهن جي سمجهه کان بالاتر آهن جن جي عقل ۽ فهم تي تعصب جا پاچا پيل آهن.“

مٿين حوالن ۾ رسول جي افسانن تي هڪ جامع راءِ جو اظهار ملي ٿو. سندس هن مجموعي جا افسانا به ان ئي راءِ ۽ معيار تي ٺهڪندڙ آهن. جيڪي سو ان عرصي دوران اسان کي سندس سوچ ۽ شعور ۽ فڪر و فهم ۾ نمايان واڌارو ۽ اوسر نظر اچي ٿي. فڪري طور هي افسانا سندس اڳين افسانن کان اڳتي وڪون

اهن ۾ اظهار جي پنهن جي مخصوص شاعراڻي طريقي کي الوداع چئي رسول ان راهه ۾ نثرائي (خالص) اظهار جو تجربو ڪيو آهي. ان ڪري، منهن جي خيال ۾، هو ڪن افسانن جي موضوع کي نڀائڻ يا پلاٽ سان انصاف ڪرڻ ۾ اهڙو اثرائتو ثابت نه ٿيو آهي، جهڙو هونءَ اڳين ۾ ٿيو آهي. جنهن جي اها راءِ ڪا حتمي نه آهي نه ڪي سند. پڙهندڙ پاڻ پڙهي فيصلو ڪرڻ ۽ راءِ ڏيڻ جا مجاز آهن.

آخر ۾ هڪ ڳالهه لاءِ پنهن جي پيارن پڙهندڙن کان معافي جي طلب ٿي ڪجي. ڇپائي جي اڻپوري ۽ ناقص انتظامن سبب، اسين هي ڪتاب ڇپائي، ۽ گيٽ اپ جي لحاظ کان، ليکڪ ۽ سندس فن و فڪر جي معيار مطابق، پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ويا آهيون اميد ته مواد جي بهتري ان ڪمتريءَ تي حاوي پوندي.

رشيد ڀٽي
صدر
س.ڳ.ا. سکر (شاخ).

بئريج روڊ، سکر (سنڌ)
٢٠ ڊسمبر ١٩٨١ع.

ممتاز مهر　　　　　　　　　　　　　( ايهاس )

# رسول ميمڻ

نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ شاعر رسول ميمڻ ١٩٧٥ کان باقاعدگيءَ سان لکڻ شروع ڪيو ۽ ٽن سالن جي دوران ايتريون ته ڪهاڻيون لکيائين جو انهن جا ٽي مجموعا تيار ٿي ويا آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "امن جي نالي" ١٩٧٧ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو "ڪافر ديوتا" ١٩٧٩ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ڪهاڻين جو ٽيون مجموعو "ڇچريل زندگين جا قافلا" ( اجهو هاڻي ) ڊسمبر ١٩٨١ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. يعني ته هن انهن ٽن سالن جي دوران اٽڪل ٢٥ معياري ڪهاڻيون

لکيون آهن، جن مان کي ته واقعي سٺيون ڪهاڻيون آهن ۽ گهرو تاثر قائم ڪن ٿيون. جهڙوڪ ڪهاڻي "ورڪا" ۽ ڪهاڻي "مرد - نامرد". رسول ميمڻ جي ڪن ڪهاڻين ۾ رنگ فلسفيانه آهي. جهڙوڪ "ڪافر ديوتا" ، "ڪارو پهاڙ" انهن ڪهاڻين جو انداز بيان شديد نوع جو آهي ۽ شدت بيان پلاٽ تي حاوي نظر ايندو، ته سندس ڪجهه ڪهاڻيون مثلا "مهدي جو جنم" گهڻيون تبليغي لڳنديون. رسول ميمڻ ڪم عمريءَ ۾ ئي پنهنجي ڪهاڻين ۾ اهڙن ته ڳوڙهن ۽ گنڀير مسئلن کنيو آهي جو عام طرح پڙهيل ڳڙهيل نوجوان اهڙن مسئلن تي سوچيندا به ناهن. هڪ طرح سان رسول ميمڻ انهن مسئلن ۽ موضوعن کي ڪهاڻين ۾ آڻي انهن بظاهر پڙهيل ڳڙهيل پر ذهني طرح ڪور چشم ماڻهن کي للڪاريو آهي جن ڪاڻ پيٽ ۽ ذاتي فائدن جي حصول کي زندگيءَ جو مقصد سمجهيو آهي.

رسول ميمڻ ننڍپڻ کان ذهين ۽ حساس رهيو آهي ويتر جو جوانيءَ جي پهرين مرحلي ۾ جڏهن سندس هم عمر ساٿي ڪرڪيٽ جي ڪاميٽري ٻڌڻ ۾ وقت گذاريندا هئا، تڏهن هو سکر جي معصوم شاه لائبرريءَ ۾ روزانو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي سنڌي ادب

سميت عالمي ادب جو اڀياس ڪرڻ لڳو ته سندس دوست به ڪتاب ڏنجي ويا. هن ايو ڊالستاء، نيتيل هاٿورن، اسٽين بيڪ، ارسڪن ڪالڊويل، خليل جبران، قرة العين حيدر، هينرخ بوئل ۽ امر جليل جي فن ۽ فڪر مان اتساه وٺي ڪهاڻيون ۽ شعر رچڻ شروع ڪري ڏنا.

هڪ ڳالهه واضح آهي ته هو گهڻن ئي ليکڪن، خاص طرح خليل جبران کان متاثر ٿيل نظر اچي ٿو، پر هن جي لکڻ جي اسٽائيل ۾ اظهار بيان، پنهنجو آهي. رسول ميمڻ جي فن ۽ فڪر سان مالا مال ڪهاڻيون به لکي ٿو ته خوبصورت ۽ پر اثر اميجري وارا شعر به رچي ٿو. ڪهاڻين جي مذڪوره ٽن مجموعن کان علاوه هن جو هڪ شعري مجموعو "اوشا جي آشا" ١٩٧٦ع ۾ ڇپيو آهي. جمالياتي حض ڏيندڙ سندس فڪر انگيز شاعري ۽ فلسفيانه موضوع وارين توڙي خالصا معروفي حقيقت جي عڪاسي ڪندڙ ڪهاڻين کي پڙهڻ کان پوءِ هي ۽ فيصلو ڪرڻ مشڪل آهي ته هو ڪهڙي صنف ۾ وڌيڪ ڪامياب آهي... ڪهاڻيءَ جي صنف يا شاعريءَ جي ميدان ۾! ڇاڪاڻ ته منهنجي خيال ۾ هو ٻنهي صنفن ڪي ڪاميابيءَ سان نڀائيندو آيو آهي.

مثال طور سنڌس فڪر انگيز شاعريءَ جو هڪ نمونو هيٺ ڏجي ٿو!

**اڏا**

ڪير ٿو چوي
انڊن ڪي اکيون
نه هونديون آهن -
انهن کي ته،
صاف ڏسڻ ۾ ايندي آهي -
آس پاس جي هر شيءِ
هر لقاءُ -
هو ڏسي سگهندا آهن
۽ محسوس ڪندا آهن
پر اهي -
اونده ۾ جنم وٺندا آهن
اونده ۾ رهندا آهن
۽ اونده ۾ مري ويندا آهن.

منهنجي خيال ۾ سنڌس مٿيون نظم جديد سنڌي شاعريءَ جو بهترين نمونو آهي. ته وري سنڌس نثر نگاريءَ جو هڪ بهترين نمونو هن جي ڪهاڻي "وڪ" جي اهيئين هڪ پئراگراف مان پسي سگهجي ٿو "هن اڀرستان ۾ نظر ڦيري، هن ڏٺو، چانڊوڪ

چڻ بيوه رن هئي جنهن پيلي منهن تي لپاٽون هڻي پار پئي ڪيڏيا. پريان هڪ ڪنڌيءَ جو اگهاڙو وڻ بيٺو هيو. جنهن جي ڀوري ساواڻ سرديءَ ۾ ڇڏي هئي ۽ اهو ائين ٿي محسوس ٿيو جيئن پانهون ڦهلائي خيرات وٺندڙ فقير جي اگهاڙي بدن ۾ ڳيڊيون پنجي ويون هجن ۽ هو اتي ئي سڪ تي ويو هجي. ڪبڙ روئي رهيا هيا ۽ انهن جي پَنن تي جهيل ڳوڙها هر هر هيٺ ٿي ڇڻيا. وچ قبرستان ۾ بيٺل ڪچي مسجد جا منارا هن کي بيجان لڳا ۽ قبرن جا ڪتبا هن کي ڪاڻن لاءِ چڻ وات کولي بيٺي رهيا.”

هڪ پرڏيهي نقاد شاعر جي تعريف ڪندي لکيو آهي ته:-

“ He Looks Right into the Patterns for the feelings Behind them.”

رسول ميمڻ جي نثر ۾ شاعرانه حسن ۽ تخيل آهي ته وري سندس شعرن ۾ نثري قوت ۽ وسعت سمايل آهي. تنهن ڪري رسول ميمڻ پنهنجي شعري مجموعي ”اوشا جي آشا“ جي مهاڳ ۾ درست لکيو آهي ته: آءُ سمجهان ٿو ته دنيا جي هر سٺي ڪهاڻيڪار وٽ شاعريءَ جا عڪس ضرور آهن. پوءِ انهن ڪن الڳ نموني ”چٽيو ٿو يا نه، اهو هن تي منحصر آهي.“

رسول ميمڻ جي ڪهاڻين جي نئين مجموعي "ڇڇريل زندگين جا قافلا" ۾ شامل ڪهاڻيون سندس پين ٻن مجموعن ۾ شامل ڪهاڻين جي موضوعن ۽ انهن جي ٽريٽمينٽ کان مختلف آهن. هن جي نئين مجموعي ۾ شامل ڪهاڻين ۾ عام سماجي مسئلن کي موضوع بڻايو ويو آهي. اهي ڪهاڻيون مجموعي طرح سماجي حقيقت نگاريءَ جي زمري ۾ اچي وڃن ٿيون. جڏهن ته سندس اڳين وارن مجموعن جون ڪهاڻيون مجموعي طرح عام سماجي مسئلن جي بجاءِ "ميٽافزيڪل" موضوعن تي آڌار رکن ٿيون. تنهنڪري هن جي لکڻين ۾ ويراڳي ملندي.

جيستائين مقصد ۽ نظريي جو تعلق آهي ته رسول ميمڻ جي فلسفيانه ۽ نيم فلسفيانه ڪهاڻين ۾ مقصد ۽ نظريو تبليغ ۽ پرچار جي حد تائين ڇتو نظر ايندو، جڏهن ته سندس سماجي حقيقت وارين ڪهاڻين ۾ تبليغ ۽ پرچار جو عنصر نظر ڪونه ايندو. بهرحال سماجي حقيقت واريون ڪهاڻيون، جن ۾ رسول ميمڻ جون ان قسم جون ڪهاڻيون شامل آهن، مقصد ۽ مطلب کان عاري ڪونه هونديون آهن. چوڻ جو مقصد هيءُ آهي ته سندس نئين مجموعي جي ڪهاڻين ۾ نظريو فن تي حاوي ڪونهي، جڏهن ته سندس پين گنڀير موضوعن وارين ڪهاڻين ۾ مقصد ۽ نظريو فن تي حاوي نظر ايندو.

سنڌس ڪهاڻي "ورڪا" (جنهن جو ذڪر مٿي ڪري چڪو آهيان) جي ٽريٽمينٽ اهڙي ته خوبصورتي سان ڪئي ويئي آهي جو ان ۾ پيٽ ڪيل نظريي ۽ ڪهاڻيءَ جي اسٽرڪچرل تاڃي پيٽي ۾ توازن نظر ايندو. رسول ميمڻ جي ڪهاڻي "ورڪا" خارجي ۽ داخلي حقيقت نگاري ۽ خوبين واري صورتحال جي امتزاج جو اعليٰ نمونو آهي.

دنيا جي ڪنهن به سچائي اديب ڪا هڪ به سٽ بنا مقصد ۽ مطلب جي ڪانه لکي آهي. هر تخليق جي پنيان ڪونه ڪو مقصد مطلب ضرور هوندو آهي. سوال فقط هيءُ هوندو آهي ته ڪنهن ليکڪ ڪيتري حد تائين ان مقصد ۽ مطلب کي فني طرح سان نڀايو آهي. سو رسول ميمڻ جي ليکڻين ۾ مقصد ۽ مطلب ڪٿي واضع ته ڪٿي ڳجهو پر آهي ضرور. ان سان گڏ موجوده دور جي پين نوجوان ۽ روشن دماغ ليکڪن وانگر آزاد طبع آهي. هو پنهنجي تخليقي اظهار کي ڪنهن به ضابطي جو پابند بنائڻ پسند ڪونه ڪندو آهي. تنهن ڪري سنڌس لکڻيون گهڻ رنگي ۽ وسيع ڪينواس رکن ٿيون ۽ لڳي ٿو ته هو پنهنجي تخليقي اظهار ذريعي فن ۽ فڪر جي انهن بلندين تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو، جتي (بقول سارتر) پهچڻ بعد فنڪار پنهنجي تخليق تي حيرت ڪائيندي بي اختيار چئي ڏيندو آهي ته: "ڇا هيءَ تخليق منهنجي آهي؟" *

# مرد – نامرد

وڏنڌڙ رات سان گڏ هنن جي شهوت ۾ به اضافو ٿي ويو هو ڪجھ دير لاءِ ماحول جي هر شيءِ کان غافل ٿي ويا. راهو خانيءَ کي نيپوڙيندو رهيو ۽ خانيءَ وات کولي ٿڌا ساھ کڻندي رهي، راهوءَ جا هٿ هن جي چيلھ تان ترڪندا هر هر ڇاتين تي رڳڙجي رهيا هئا. هوءَ هن جي ڪنڌ ۾ ٻانهون ورايو بي سڌ پئي هئي.

وقت گذرندو ويو. هو پنهنجي ڪچيءَ جاءِ جي ڇت تي ائين ئي هڪ ٻئي سان ڳنڍيا رهيا. هنن جي جاءِ به ٻين ڪڙمين جي جاين جي پڪ ۾ وڏيري زوراور خان جي ماڙي جي بلڪل هيٺان هئي. ڇتان چنڊ به نظر ايندو هيو ته ائين جيئن ڪنهن وڏو گولو ٻاري وڏيري جي ماڙيءَ جي پلوڙي تي رکي ڇڏيو هجي. ان رات به آڌيءَ ويل تيرهينءَ جو چنڊ ائين ئي وڏيري جي ماڙيءَ مٿان بيٺو هو. هو ٻئي ڪيتري دير پاڻ ۾ ڳنڍيا رهيا. راهوءَ سٽ ڏئي خانيءَ جو اڳٹ کوليو ئي مس ته خاني جي بدن مان ڇڻ چرڪ نڪري ويو. جيئن هن کي ڪنهن پنيءَ ۾ ڪلي وهائي ڪڍي هجي، راهو جي پٺي تي آڱريون گسائيندي، هن اوچتو مٿي نهاريو ته هن کي تيرهينءَ جي چنڊ هيٺان، مٿان بيٺل اڇي ماڙيءَ تي وڏيري زوراور خان جو ڦلوسٽي جهڙو منهن نظر آيو، جيڪو پنهنجي وڏين مڇن تي هٿ ڦيري هيٺ نهاري رهيو هيو. خانيءَ اشاري سان راهو کي مٿي نهارڻ لاءِ چيو، راهوءَ جيئن ئي مٿي نهاريو ته هن کي ڦهليل چانڊوڪيءَ ۾ وڏيري جو مڪار منهن نظر آيو ۽ هن خانيءَ جي چيلھ مان ٻانهون ڪڍي پاڻ کي سڌو ڪري ڇڏيو. وڏيرو هيٺ نهاريندي لنوائي ڪنڌ کي ائين پاسيرو ڪري ويو جيئن ان ڪجھ ڏٺو ئي نه هجي. راهو ۽ خاني ائين ئي حيران بستري تي سڌا ٿيا پيا هيا. انهن کي محسوس ٿي رهيو هيو، جيئن ڪجھ ٿيو ئي نه هجي، هنن هڪ ٻئي، کي ڀاڪر پائي ٿڌيون آهون به نه ڀريون هجن. هو اڃان به حيرت مان چانڊوڪي ۾ وهتل پنهنجي مٿان بيٺل ديو جيڏي رئيس جي ماڙي کي نهاري رهيا هيا، جيئن اها ماڙي نه پر ڏائڻ هجي جيڪا ڪجھ وقت اڳ هنن جي دلن ۽ بي سڌ جسمن مان سڀ ڪجھ چوسي وئي هجي. هو هاڻي کوکلا ٿي چڪا هيا. هڪ ٻئي مان بيزار ۽ خوف کي ذهن ۾ سانڍي اپ ۾ نهاريندڙ ڏانچا.

اها انهن لاءِ نئين ڳالھ نه هئي. هر روز وڏيرو زوراور خان ماڙيءَ مٿان منڊي ڪڍي پيو انهن جي اوگهڙ ڏسندو هيو. هو اونهاري اچڻ کان پوءِ هڪ رات به سڪون سان نه ستا

هيا. هنن کي پنهنجي مٿان بيٺل وڏيري جي ازدها جيڏي ماڙي پاڻ تي ڪرندي محسوس ٿيندي هئي. هو هلندڙ اونهاري ۾ هڪ ٻئي کي ڪڏهن به مطمئن نه ڪري سگهيا هيا. هو سمهندا هيا ته هنن کي پنهنجي وچ ۾ خوف جي ڊگهي ديوار محسوس ٿيندي هئي، جيڪا چڻ هنن جي ڪڏ کان وٺي وڏيري جي ماڙيءَ تائين بلند هئي ۽ هو اهو سڀ ڪجهه برداشت ڪندي به چپ هيا.

صبح ٿيو ته راهو هميشه جيان سڀ ڪجهه وساري ڍاندن جي جوڙي چوڙي ٻنين ڏانهن هليو ويو ۽ شام جو لهندڙ پاڇولن سان ٽڪجي، ڍاندن کي ڳڪارون ڏيندو ڳوٺ ڏانهن وڌيو. لهندڙ سج ڪري اڀ ۾ بيٺل ڳاڙها پاڇولا ترائين ۾ آيل تازي پاڻيءَ کي رنگي رهيا هيا. وڻ ماٺ هيا ۽ سڄي ماحول تي هبس ڪري مونجهه ڇانيل هئي. هو هلندي هلندي آڏي شاهه جي مقبري کي ويجهو ٿيو ته هن جي گوڏ پٽ تي پيل ڪنڊيءَ جي سڪل ٽاري ۾ اٽڪي. هن بيهي ان کي ڇڏائڻ لاءِ هٿ ٺي ڊگهيڙيو ته هن جي ڪن تي ڪنهن عورت جي ڪلڻ جو آواز پيو. ”ڇڏ...ڇڏ“ اها ڪلي ڪنهن کان پاڻ ڇڏائي رهي هئي. هن کي آواز ڄاتل سڃاتل محسوس ٿيو. هو ڳڪار سان ڍاندن کي بيهاري ڪلرائي زمين تي آرام سان پير رکندو آهستي آهستي اوڏانهن وڌيو ته هن جي نظر خانيءَ تي پئي، جا ڪلي مولوءَ کان پنهنجيون ٻانهون ڇڏائي رهي هئي، مولوءَ جي ڇپن تي مرڪ هئي. جنهن کان هن جون وڏيون مڇون اجان به وڏيون ٿي ويون هيون، هر هر خانيءَ کي پڪڙي سيني ڏانهن وڌائي رهيو هيو، خاني اڪ جي ڦليءَ جيان ٽڙيل هئي، هن جي ڇپن جي سرخي ۽ ڇپن هيٺان چمڪندڙ ڏند، ان جي گواهي ڏئي رهيا هيا ته هن کي جيئڻ پيار ۾ پهريون دفعو خوشي ملي هجي.

راهو انهن کي ڏسندو رهيو ۽ هن جي دل بيهڻ لڳي هلڻ لڳي. هن جي من چاهيو ته هو رڙ ڪري، ڪنڊين جي اوٽ مان نڪري انهن تي حملو ڪري ڳيا ڳيا ڪري ڇڏي، پر هن وٽ ان وقت ڪو به هٿيار نه هيو ۽ هو ائين ئي دل ۾ پڇري انهن کي ڏسندو رهيو. مولو خانيءَ کي ڀاڪر تائين آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. خانيءَ جو ڪونئرو بدن هن جي طاقتور ٻانهن ۾ اچڻ ڪان پوءِ، هن جي ڏورن جي دٻاءَ ڪان چڻ سسي ويو. هن هيٺ ڪنڌ ڪري ڳڇي کي مولوءَ جي ڇاتيءَ تي رکي ڇڏيو، مولوءَ بي قراريءَ سان هن کي ڀاڪر پائي هلڪا زور ڏيندو رهيو.

”راهوءَ مان ڪڏهن مزو آيئي؟“ هن پڇيو.

خانيءَ ڪنڌ کي نه ۾ ڏوڻي، وات سان به ڳڪار ڪري ”نه“ ڪئي ۽ پاڻ چيو ”اهو ته

نامرد آ“ ۽ پنهي کان ڪل نڪري وئي.

راهوءَ ڪنڌين پويان ڏسندي ڪنڌ ہئي پاسي ڏانهن لاڙي ڇڏيو. هن جي دل ڀڄي رهي هئي. هو روئڻ پيو چاهي. هن ڪي خانيءَ جي بي وفائيءَ تي ڏاڍا خار آيا ۽ هن پڪو پهه ڪيو تہ هو خانيءَ ۽ مولوءَ کي جيئرو نہ ڇڏيندو.

رات گهري ٿي وئي هئي. هو اڪيلو ڪوٺي تي اکيون آسمان ۾ کپائي، خاموشيءَ سان ليٽيو پيو هيو. سڄي ڏينهن جي ٿڪاوٽ جو هن کي ڪو اونو نہ هيو. هن جي اکين ۾ ڳوڙها هيا ۽ انهن ڳوڙهن ۾ آسمان ۾ بيٺل ستارن جا عڪس جهرمر ڪري رهيا هيا. هو خانيءَ جي بي وفائيءَ تي سوچيندو رهيو. هن وٽ چين نہ هيو، سڪون نہ هيو، هڪ مسلسل بيزاري هئي، جيڪا هو مدتن کان پنهنجي وجود ۾ محسوس ڪري رهيو هيو. پهريون هو ڪنهن اڻ ڄاتل خوف کان راتيون جاڳي گذاريندو هيو ۽ هاڻي هن لاءِ ڄڻ پورو جيون هڪ اڻ ڪٽ ڪاري رات هئي، جنهن جو ڪو انت نہ هيو، هن کي حياتيءَ جي پوري رات جاڳي گذارڻي هئي.

ڪجهہ گهڙيون گذريون تہ خاني پير پير ۾ ڏئي مٿي آئي. هن جي هلڻ ڪري سٽرن سان گسي پراڻي ريشمي سلوار جا سرڙاٽ ٿيا. راهو سڀ ڪجهہ محسوس ڪندي بہ ائين ئي اپ ۾ اکيون کپايو خاموشيءَ سان پيو هيو. خاني ڏڪندي ڏڪندي هن جي پڪ ۾ آئي.

”ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟“ هن ائين ئي اپ ۾ ڏسندي سوال ڪيو.

”ماسيءَ ڏي“

هن پهريون دفعو اپ مان اکيون هٽائي هن کي نهاريو. ”تنهنجو منهن چو پيلو ٿي ويو آ؟“

هوءَ چپ رهي ۽ هن اکيون هيٺ جهڪائي ڇڏيون.

”سچ ٻڌاءِ کهڙي نانگ ڏنگيو ٿي؟“

هوءَ اڃا بہ چپ هئي ۽ هيٺ جهڪيل ڪنڌ سان ئي اکين جا ڇپر مٿي ڪڻي هن کي نهاريندي رهي.

”سڄو بدين پيلو ٿي ويو ٿي... ۽ اڃا جيئري آن؟“ هن چيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ پاڻ ئي ڏاڍيان ڳالهائيندي چيو ”توکي مري وڃڻ کپي“.

هو ڳالهائي ڳالهائي خاموش ٿيو تہ هوءَ پاسو وٺي هن جي پر ۾ سمهي پئي. راهوءَ کي محسوس ٿيو هن کي خانيءَ مان مولوءَ جي بدبوءِ ايندي هجي. هن چاهيو تہ هو ڇري ڪڻي هن جو ڪنڌ ڪپي ڇڏي پر اوچتو هن جي نظر مٿي وڃي پئي، چوڏهين جي چانڊوڪيءَ ۾ هن کي وڏيري زوراور خان جو منظر نظر آيو جيڪو مڇن تي هٿ ڦيري اکيون ڦاڙي

پنهنجي ماڙيءَ تان هيٺ نهاري رهيو هيو.

صبح ٿيو تہ هن هر سان گڏ کهاڙي بہ ساڻ کنئي ۽ ڏاندن کي ورائيندو اڇي ٻنيءَ پيڙو ٿيو.

جڏهن سانجهي ٿي ۽ ڪونجون قطارون ڪري نيري اڀ ۾ بيٺل ڳاڙهن بادلن سان گسنديون وڃڻ ڏانهن وريون تہ هن بہ کهاڙيءَ کي ڳن کان وٺي سٽ سان ڪٽي ٻاهر ڪڍيو. واهيءَ تي هٽ منهن ڌوئي قميص پائي ٻني تي بيٺل انبن جي وڻن کي اورانگهي ڪلرائي زمين تي قدم رکندو آڏي شاهہ جي مقبري کي ويجهو ٿيو. هن پاسو وٺي ڪنائڻ شروع ڪيو. اتي للڏنڊڙ ساين ڪندين پويان هن کي سڙهاٽ ٻڌڻ ۾ آيا ۽ هو پير پير ۾ ڏئي وڃي ڪندين جي اوٽ ۾ بيٺو.

”رات ڏاڍو هتو تتو ويٺو هيو... مئو“.

راهوءَ کي آواز آيو ۽ هن ڪنديءَ جي لامن کي پاسيرو ڪري اندر نهاريو.

هن کي خانيءَ ۽ مولو هيٺ پوري گاهہ تي ليٽيل نظر آيا. مولوءَ جون ٻئي ٻانهون خانيءَ جي چوڏاري ويڙهيل هيون.

”نامرد آ تہ پوءِ توکي طلاق ڇو نہ ٿو ڏئي؟“

مولوءَ چيو.

”مئي کي زماني ۾ پنهنجو ڀرم بہ تہ رکڻو آ نہ“.

مولوءَ هن جي ڳل تي چمي ڏني، راهو وڌيڪ دير ڏسي نہ سگهيو هن جا هٿ کهاڙيءَ جي ڳن ۾ مضبوط ٿي ويا. هو وار ڪرڻ لاءِ بالڪل تيار ٿي ويو.

”توکي راهوءَ مان ڪڏهن مزو نہ آيو؟“

”پوري اونهاري ۾ هن مون کي هڪ دفعو بہ آرام نہ ڏنو“. خانيءَ درد گاڏڙ آواز ۾ چيو.

اوچتو راهوءَ جي همت پست ٿي وئي. هو اکيون ڪپائي انهن کي ڏسندو رهيو. هن ۾ اها همت ئي نہ رهي جو هو اڳتي وڌي انهن جو خاتمو ڪري. هن خانيءَ جون ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ پاڻ کي ڏوهي محسوس ڪيو. هن خانيءَ کي واقعي ئي ڏنو ڇا هيو؟ هو هڪ دفعو بہ خانيءَ سان ٻڀ کان آجو ٿي نہ سمهيو هيو. هن خانيءَ کي جوانيءَ جو لطف ئي کهڙو ڏنو هيو. هن کي ياد آيو هڪ دفعو جڏهن هو چانڊوڪي رات ۾ خانيءَ سان ستو پيو هيو تہ هن جا هٿ خانيءَ جو اڳٽ ڪوليندي ڪيئن نہ ڏڪي رهيا هئا. هن محسوس ڪيو هيو جيئن وڏيرو زوراور خان خانيءَ جي اوگهڙ ۾ منهن هڻي بيٺو هجي. هن پوءِ بہ ان رات

خانيءَ کي مطمئن ڪرڻ لاءِ هر خوف کي ٽڏي هن کي جوانيءَ جو مزو ڏيڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي هئي، هو جڏهن انتها کي پهچڻ وارو هيو تہ اوچتو وڏيري ماڙيءَ تان منهن ڪڍي هيٺ نهاريو هيو ۽ پوءِ هن محسوس ڪيو هيو جيئن هن جو بدن بي سڌ ٿي پاڻيءَ جي نديءَ ۾ ڪريو هجي ۽ ٻڙ ٻڙ ڪندو ان جي تري ۾ هميشہ لاءِ ٽٽو ٿي ويو هجي. هو سڀ ڪجهہ سهڻ جي باوجود وڏيري کي ڪجهہ نہ چئي سگهيو هيو. هن کي وڏيري جي ظلم ۽ ستم جي خبر هئي ان رات مجبور ٿي هن ڏاڍيون ڪري روئڻ چاهيو هيو، پر رات لڙڻ کان پوءِ جاڳندي جاڳندي ڀنيرڪي ويل هن خانيءَ جا سڏڪا ضرور ٻڌا هيا.

راهوءَ جا هٿ ڪهاڙي مان ڍلا ٿي ويا. هن منهن تي ٻانهن ڏئي مٿو ڪنڌي جي ڏار سان هٽي روئي ڏنو. هو پنهنجي سڏڪن تي ضبط ڪري رهيو هو. جيئن خانيءَ ۽ مولوءَ هن جي وجود کي محسوس نہ ڪري سگهن. هن خانيءَ کي بيگناهہ سمجهيو هن کي وڏيري تي ڏاڍا خار آيا. هن جا هٿ هڪ دفعو وري ڪهاڙيءَ ۾ سوگها ٿي ويا ۽ هو رات جو سينو چيريندو وچي وڏيري جي حويليءَ کي ويجهو ٿيو. هن چپ چپ ڪري چوڪيدار کان نظر بچائي، حويلي جي ٻاهرين پٽ ٽپي وڃي ڏاڪڻ تي پير رکيو.

ڏاڪڻيون اورانگهيندو جڏهن هو مٿي ماڙيءَ تي پهتو تہ هن جي سامهون وڏيرو ۽ وڏيري ٻئي پلنگ تي اگهاڙا پيا هئا. هو ڏاڪڻ جي پٽ جي اوٽ ٿي نهارڻ لڳو. هن ڏٺو هو ٻئي هر شيءِ کان بي نياز زندگيءَ جو سڪي سڪي مزو وٺي رهيا هيا.

وڏيري ۽ وڏيريءَ جي بي پناهہ سڪون کي ڏسي راهوءَ اڳيان خانيءَ جو اڳٽ ڪولڻ وقت پنهنجا ڏڪندڙ هٿ ڦري ويا. ڪيڏو نہ فرق هيو هن ۽ وڏيري ۾. راهو وڌيڪ دير ترسي نہ سگهيو. هو هڪل ڪري ڏاڪڻ جي اوٽ مان نڪتو ۽ اکيون ڦوٽاري، ڪهاڙي اڀي ڪري وچي انهن تي ڪڙڪيو. ڪن پل ۾ هن ٻنهي جا ٽوٽا ڪري ڇڏيا. انهن جي ماڙيءَ کي رت سان آلو ڪري ڇڏيو. انهن کي مارڻ کان پوءِ هن محسوس ڪيو، جيئن هن جي بدن ۾ ڍلائي اچي وئي هجي. سڪون کان هن جي انگ انگ ۾ مستي سمائجي وئي هجي. جيئن هن هنن جي موت کان پوءِ خانيءَ کي جوانيءَ جو لطف ڏنو هجي. هن کي جوانيءَ جي مزي کان آگاهہ ڪيو هجي، جيئن هن خانيءَ کي يقين ڏياريو هجي تہ هو نامرد نہ آهي.... مرد آهي......وحشي مرد.

# چچريل زندگين جا قافلا

ڪڪڙن دس هنيا ۽ باڪ ڦٽي پئي، ڪاراڻ جو سينو چيري، سج جي پهرين ڪرڻن اپ ۾ نيراڻ پکيڙي ڇڏي. ستارا الوپ ٿي ويا ۽ اپ ۾ بادلن جهڙا اڇا پکي زندگي کي برقرار رکڻ جي جلوجهد ۾ ٽيئون ٽيئون ڪندا اڏامندا ويا. صبح جي ٿڌي هير ۾ ٽڙندڙ وڻن جي ٽامن کي ماڪ ڦڙا وهنجارڻ لڳا ۽ هو به هٿ منهن ڌوئي پنهنجي لوڙهي جو در ٽپي، ٻنين ڏانهن ويندڙ ڪڙمين جي قافلي ۾ شامل ٿي ويو. هر ڪلهي تي هر هيو ۽ اڳيان صبح جي هير جهڙا پوتر وڄندڙ ٽنگ ٽنگ جا آواز، جيڪي ڳنڪارن تي پچ لوڏي جهومي جهومي هلندڙ ڏاندن جي ڳچيءَ ۾ پاتل ڇنگن مان بلند ٿي رهيا هئا. هر ڪو ڪڪائڻ جهوپڙين مان نڪرندو ويو ۽ ڪلهي تي هر رکي، پيچرن جي ڌوڙ اڏائيندو قافلي ۾ شامل ٿيندو ويو. ڏبرا، پيڙيل انسان ۽ انهن تي هرن جو وزن، جن ڪان لڙ ڪڙائي هلندڙ انسان، ائين ٿي محسوس ٿيا جيئن هو ڪلهن تي جنازي جو سامان سجائي قبرن جي ڳولا ۾ نڪتا هجن. هر مک تي نراسائي هئي ۽ زور سان چيپيل چپن ۾ ڦاٿل ڇنگهه، ائين ٿي لڳو جيئن راهو به ان قافلي پويان ڪنڌ جهڪايو پئي هليو. هن جي ڪلهي تي به هر هيو ۽ اڳيان ڇنگ وڄائي، جهومي جهومي هلندڙ ڏاندن جو جوڙو. ٻنهي ڪاري ڏاڙهيءَ وارو راهو، جنهن جي ڏاڙهيءَ جا وار سدائين سڌا، سخت هوندا هيا. جن کي گهوگهٽ ڪري هلندڙ اونهاري جا جهولا ڪڏهن به چڙ وچڙ نه ڪري سگهندا هيا. اهي ڪنهن ٻلوان جي سيني جيان سخت هيا. هن کي مٽي تي پوتڙو ويڙهيل هيو ۽ ململ جي ڊگهي قميص هيٺان گوڏن ڪان مٽي ٻڌل انگوڇو جنهن مان هن جون گهاٽن وارن سان ڍڪيل ڇنگهون هميشه ظاهر هونديون هيون ۽ اهي هن جي جسم جي داٻ ڪري ڌڌڙ ۾ ٻنين تائين اونهيون هليون ونديون هيون.

قافلو وڌندو ويو ۽ ڳوٺ جا پوئتي ڇڏيل جهوپا اڳتي وڌندڙ قافلي جي قلمن جي ڌوڙ ۾ ڌنڌلڪا ٿيندا وڻن پويان گم ٿي ويا ۽ اڳيان ميلن ۾ ڦهليل، ساون وڻن جي جهنڊن ۾ لکل ٽوٽ سکل زمين جا ٻارا، انهن اڳيان نروار ٿي بيهي رهيا.

راهوءَ منجهند تائين هر ڪاهيو ۽ هو سج جي وڌندڙ تپش جو تاب نه سهي ڪيڙيل زمين جي وڏن وڏن پترن تي قدم رکندو اچي واهه جي ڪناري تي ويٺو. هن پاڻيءَ جو ٻڪ

پري وات ۾ وڏو ۽ لڳاتار پاڻيءَ جا پنج ڇهه ڍڪ پي ويو. هن اونهو ساهه کڻي پنهنجي ڏاڙهيءَ ۽ مڇن ۾ لڙڪندڙ پاڻي جي بوندن کي ٻانهن هٽي مهٽيو ۽ پنهنجي آلين ٻانهن کي قميص جي پاند سان اگهندو، ٻنيءَ جي ٻند تي بيٺل ٻير جي ڇانو ۾ اچي ويٺو. هن ڪجهه گهڙيون اکيون ٻوٽي پاڻ کي ڍلو ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ اکيون کولي سامهون ڦهليل ڌرتيءَ کي نهاريو. ناسي پوري ڌرتي تي پاتل هر جا تازا ليڪا ۽ ڪاٿي ڪاٿي بيٺل ٽوها. هن کي اها ڌرتي چانگري ٻير جيان محسوس ٿي. جنهن مان هو ڦل حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ وڌائيندو ۽ اهي زخمي ٿي پوندا. هن سوچيو ڪيس ان ڌرتيءَ تي گهمڻ مهل قدم قدم تي زهري ڪنڊا محسوس ٿيندا هيا. هن کي ان ڌرتيءَ ۾ ڪڏهن به پنهنجائپ محسوس نه ٿي هئي. اها اوپري هئي تڏهن ته هن کي رسولو چوندو هو ته "راهو، ڇا تون جنهن ڌرتيءَ تي ڌر تتيءَ بکون ۽ تڪليفون ڪاٽي هر هلائين ٿو اها توکي ڪڏهن پنهنجي محسوس ٿي آهي".

هو سڀ ڪجهه سمجهندي به پنهنجي وڏن واتان ٻڌل جملو چوندو هيو "ڌرتي وڏيري جي آهي، اهو مالڪ آهي، اسان کي ڀلا ڪهڙو حق ٿو پهچي ته پرائي ملڪيت تي قبضو ڪريون؟" پر اڄ هن کي احساس ٿي رهيو هيو، رسولي سان هن جون ڪيل ڪچهريون هاڻي رنگ ڏيکاري رهيون هيون، هن جو يار رسولو جيڪو خبر نه هڪ ڏينهن ڪٿان اچي ڳوٺ ۾ وارد ٿيو ۽ پيٽ پالڻ لاءِ وڏيري وٽ ڏنار ٿيو هو. سنهڙو ۽ خوبصورت شڪل وارو جيڪو ڏنار گهٽ ۽ ڪاليج ۾ پڙهندڙ ڇوڪرو وڌيڪ لڳندو هيو. هو هر ڳوناٺي سان زوريءَ ڪچهري ڪندو هيو. انهن سان عجيب قسم جون سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهيون ڪندو هيو.

اهو پوءِ، هن راهوءَ کي ٻڌايو هيو ته هو شهر مان صرف انهن کي پنهنجي حقن ۽ وڏيري جي ظلم جو احساس ڏيارڻ آيو آهي، هو لکيل پڙهيل آهي ۽ هن جا ٻيا ساٿي به آس پاس جي ڳوٺن ۾ ٻين هارين سان گڏ ٻنين تي ڪم ڪري رهيا آهن. رسولو هوندو ڏاڍو بي باڪ هيو، ٻڪريون چاريندي موج ۾ اچي سيٽيون گهٽيون وڄائيندو هيو، سيٽي هن جي اچڻ جي مخصوص نشاني هوندي هئي، ان ڪان پوءِ هو ڪلهن ۾ لٺ لٽڪايو، موج ۾ جهومندو، وٽن جي جهنڊن مان ظاهر ٿيندو هيو. هو وڏيري جي سخت خلاف هيو، هو چوندو هيو "هي زمينون انهن جون آهن جيڪي انهن کي آباد ڪن ٿا. ڪوئي ڪنهن جو مالڪ نه آهي. هر انسان پنهنجي زندگيءَ ۽ محنت جو پاڻ مالڪ آهي ڪوئي به ڪنهن جي زندگي کي استعمال ڪرڻ جو حق نه ٿو رکي، سڀ برابر آهن". ڳوٺ جا ڪراڙا هن کي چريو سمجهندا هيا، هو جڏهن به مستيءَ ۾ سيٽيون وڄائيندو، ڪلراٺي زمين تي هلندو وٽن جي پويان ظاهر ٿيندو هيو ته منجهند جي وقت، ٿڪاوٽ ۽ گرميءَ کان چور چور ٽاپ تي ٽڏي

پاڻيءَ جي مٿ تي چوڏاري ويٺل، ڪراڙا هن کي پريان ڏسي ڪلي پوندا هيا.

"اڇيو ٿو چريو" هو چوندا هيا ۽ پوءِ ٽهڪن ۾ ٻڏي ويندا هيا. ڀهريون ڀهريون رسولي انهن ٻين سان چڱي مٽي ماري ڪئي هئي. پر ان ڳالهه کي هميشہ بيوقوفي تصور ڪندا هيا تہ هو پنهنجي زندگي پاڻ تي استعمال ڪرڻ جا مستحق آهن. پوءِ رسولي بہ انهن کي ڪن هٽن ڇڏي ڏنو. هو راهوءَ کي واڇ ڇپي ڪري ڪلهن ۾ لٽڪيل لڪڻ ۾ هٿ اٽڪائي هيٺ جهڪي، پنهنجي مخصوص انداز ۾ چوندو هيو. "ڪراڙا موت کان سواءِ ٻيو سوچي بہ ڇا ٿا سگهن؟" هو نوجوانن ۾ يقين رکندو هيو پر آخري وقت تائين هو پنهنجي ڀر جو هڪ نوجوان بہ ڳولهي نہ سگهيو. نوجوان اڪثر ڇڙواڳ هيا، هو ڇوڪرين جي ڳالهين کان سواءِ ڪا ٻي ڳالهہ ٻڌڻ لئي تيار نہ هوندا هيا ۽ خاص ڪري سردين ۾، جڏهن ساوا ڇٽا ناسي ٿي ويندا هيا ۽ پوهہ جا پارا ڦٽي نروار ٿيندا هيا، تہ ٽوليون ٺاهي، ڪنهن پيهي هيٺان ٻاهہ ٻاري ڏڏڙي پچائيندا هيا ۽ هٿ سيڪي مزي مزي سان ڳوٺ جي جوانڙين جون ڳالهيون ڪندا هيا ۽ ڏڏڙي چٻاڙي راتيون بسر ڪندا هيا. ڪڏهن راهو بہ انهن جيان هو، پوري رات هو خانيءَ جي تصورن ۾ بسر ڪندو هيو ۽ ائين ئي پيهي هيٺان پوهہ ۾ ٻرندڙ ٻاهہ ۾ ڏڏڙيءَ تي ڪچهريون ڪندي هن جو وقت بسر ٿيندو هيو. پر جڏهن پڻس گذاري ويو ۽ بيواهہ ماءُ ۽ يتيم ڀائرن جو ٻوجهہ اچي سندس ڪلهن تي پيو تہ هو پنهنجي جاءِ تي اچي وڏيري جي زمين جو هاري ٿيو هو. رسولي سان هن جي ملاقات بہ اتي ئي ٻنيءَ تي ٿي هئي ۽ پوءِ هو هن جي بي باڪ شخصيت کان متاثر ٿي هن سان گهرو ٿي ويو هيو. رسولو راهوءَ کي هميشہ ان ڳالهہ تي اڪسائيندو هيو تہ ڪيئن بہ ڪري وڏيري کان زمين کسجي، ۽ اها ڳوٺ جي هارين کي ورهائي ڏجي. ڪڏهن ڪڏهن راهوءَ کي رسولي کان خوف محسوس ٿيندو هيو، جيئن هو ڳوٺ ۾ وڏيري کي قتل ڪرڻ آيو هجي هن جي ياري هڪ قاتل سان هجي، پر تڏهن بہ هن کي رسولي جي ڳالهين ۾ پنهنجائپ جو احساس ٿيندو هو ۽ هن جي عزت ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن هو رسولي سان گڏ سرور شاهہ جي مقبري جي ٻاهران مٽيءَ جي ٿلهي تي ويٺو هيو. سنجها جو ٽائيم هيو ۽ مقبري مان ايندڙ پاريهرن جي ڳجهڙون ڳون، ڳنڙ ڳون جا آواز بلند ٿي رهيا هيا، سرمئي انڌيرن ۾ ڳاڙهو شفق، افق ۾ جذب ٿي ويو هيو. هاري ڪلهن تي هر ڪنيو ڊوڙيا ٿيا، ڏاندن کي ڳنڪارون ڏيندا وٿاڻن ڏانهن وري رهيا هيا. وڻ خاموش هيا ۽ هوا ۾ اوڀر ڪري هٻس سمايل هيو. ڳالهين ڳالهين ۾ رسولي هن کي شهر جو هڪ واقعو ٻڌايو هو. هن چيو هو تہ "راهو، شهر جي پوليس هڪ اهڙي ٽولي کي پڪڙيو

آهي، جيڪو ٻارن کي اغوا ڪري پٽڙ ڊوڙائيندو هيو ۽ انهن کي زوريءَ پنائيندو هو“.

”اڇا!“ راهو جوڻ اڪيون ويڪريون ٿي ويون هيون ۽ هن چيو هو ”پوءِ پوليس انهن کي ڇا ڪيو؟“

”پهريون پوري ڳالهه ٻڌ نہ“ رسولي چيو هو ۽ پوءِ ساڳي مخصوص انداز ۾ واڇ ڇڇي ڪري ڳالهه جاري رکي هئي. ”اهي انهن ٻارن جي ڪمائي پاڻ کٽندا هيا، انهن کي مارون ڏيندا هيا ۽ ڳڻن کي ڏنپ ڏئي انهن جي منهن کي خراب ڪري ڇڏيندا هيا. جيئن انهن کي مائٽ نہ سڃاڻي سگهن“.

”انهن کي ڪارائيندا پيارينڊا بہ پورو سارو هيا؟“ راهوءَ ٻار جيان بي چين ٿي سوال ڪيو هو.

”انهن کي ڪارائيندا بہ پورو سارو هيا بس جيئن اهي جيئرا رهي سگهن ۽ انهن لاءِ ڪمائي سگهن.“ رسولو ڪجهه دير خاموش ٿي ويو هو، جيئن پنهنجي سوچن کي گڏ ڪندو هجي، پوءِ هن ڳالهه کي پورو ڪندي چيو هو ”هڪڙي ڏينهن پوليس ڇاپو هڻي ان ٽولي کي پڪڙيو ۽ جيل اماڻي ڇڏيو“.

”بس ڇڙو جيل اماڻي ڇڏيو؟“ راهوءَ ڪاوڙ ۾ چيو ”جيڪڏهن مان پوليس وارو هجان ها تہ انهن کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇڏيان ها.“

جوش کان راهوءَ جي ڳلن ۾ سرخي پرجي آئي هئي ۽ هن جي ننڍي ڏاڙهيءَ جا وار سڌا ٿي سخت سوئي جهڙا ٿي ويا هئا. رسولي ڪجهه دير راهوءَ کي نهاريو هيو ۽ پوءِ هن جي منهن ۾ گنڀيرتا پرجي آئي هئي، سنجها هن جي ڳوڙهن کي لڪائي ڇڏيو هو.

”راهو، هڪ ڳالهه چوانءِ ناراض تہ نہ ٿيندي؟“ رسولي چيو هو ۽ راهوءَ نهہ ۾ ورائيو هيو ”چئہ“

رسولي پريل آواز ۾ چيو هيو ”تون انهن ظالمن کي ان ڪري ڦاسيءَ تي چاڙهين هان جو انهن معصوم ٻارن جي زندگي تباهہ ڪئي هئي، انهن تي ظلم ڪيو هيو؟“

راهوءَ عجب مان هن کي نهاريو هيو ۽ لاشعوري طور چيو هيو.

”ها ها....“

”تون انهن کي ان ڪري نہ بخشين هان جو انهن ڪن انسانن جي زندگيءَ کي استعمال ڪري انهن کي تباهہ ڪيو، پنهنجي زندگيءَ کي ٺاهيو؟“

”ها ها.... اڳتي چئہ“

”راهو زندگي انسانن کي هڪ دفعو ملندي آهي، جيڪڏهن انسان دنيا ۾ هڪ دفعو

اچي اها زندگي ٻه ڦرائي وڃي ته ان کان وڏيڪ ڏوکو ڪهڙو آهي”.

”ها ها بابا سمجهيم... اڳتي چئه نه.”

راهوءَ بيزار ٿي چيو هيو ۽ سيني ۾ ڪنهن اٿندڙ درد کان رسولي جون اکيون ڀرجي آيون هيون. هن جي بي باڪ آواز ۾ ڦهريون پيرو لرزش اچي وئي هئي ۽ اهو ڳورو ٿي ويو هيو. هن چيو هيو ته ”پوءِ راهو هي جو روز هزارين هاري ڏوکو کائي پنهنجي زندگي ڦرائي رهيا آهن، سندن زندگيءَ جو پورهيو وڏيرو ڏاڙو هڻي، ڦري وڃي ٿو، ڇا اهو ظلم نه آهي، تون زمين تي هر هلائين ٿو، ڪيترن مهينن جي محنت کان پوءِ، جڏهن ڪيتن ۾ ساوا سلا اپري سونهري ٿين ٿا، ته وڏيرو تنهنجي محنت تي قبضو ڪري کڻي وڃي ٿو ڇا تون پاڻ ڪڏهن پيٽ ڀري کاڌو آهي؟ تنهنجي زندگي ڇا زندگي نه آهي؟ ته پوءِ اها زندگي ڪيئن وڏيري جي ڪم اچي ٿي. تون جيئن چيو ته مان انهن ظالمن کي ڦاسيءَ تي لڙڪائي ڇڏيان ها، جيڪي معصوم ٻارن جي زندگين کي ڦري، پنهنجي زندگيءَ کي ڏاهين ٿا، ته ڇا وڏيرو هزارين هارين جي زندگين کي استعمال ڪري پنهنجو پيٽ نه ٿو ڀري؟ اسان جي سماج ۾ هو هزارين زندگين کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ حق بجانب آهي؟ راهو توکي ميٺو پوندو ته ماءُ جي پيٽ مان هر انسان هڪجهڙو ايندو آهي. ڌرتي ڪنهن جي ميراث نه هئي نه آهي، ته پوءِ ڪيئن هڪ شخص ڪنهن ٻئي شخص جي زندگيءَ کي پنهنجي حق ۾ استعمال ڪرڻ جو حق رکي ٿو. ڇا تون ان شخص کي ڦاسي نه ڏينديين جيڪو هزارين زندگين جو مالڪ سڏائي، انهن کي استعمال ڪرڻ کان پوءِ ٻه سزا جو حقدار نه آهي؟”

راهو صفا سسي ويو هيو ۽ هن ٿڌو ساهه ڀري چيو هيو ”يار توکي ته سچو ڏينهن اهي ئي ڳالهيون آهن، هرويرو بيزار ڪيو ٿي”. ائين چئي هن اوٻاسي ڏئي ڪنڌ ٻئي پاسي ڏانهن لاڙي ڇڏيو هيو ۽ رسولو اجا ٻه ائين ئي هيٺ ڪنڌ ڪيو ويٺو هيو. سنجها ڦري رات ٿي هئي ۽ هنن جا عڪس اونده ۾ گم ٿي ويا هيا.

ان ڏينهن کان پوءِ، راهوءَ ڪڏهن ٻه رسولي جي سيٽين جا آواز نه ٻڌا. هن جو مستيءَ ۾ اچي کلهن ۾ لڪڻ ڦاسائي هلڻ نه ڏٺو. ڇپن ڇپن ۾ اها ڳالهه وڃي وڏيري جي ڪن پئي هئي ته هن جو ڏنار رسولو ماڻهن کي هن جي برخلاف ڀڙڪائي رهيو آهي. ان ڏينهن کان پوءِ وڏيرو رسولي جي ڪڍ پيو ۽ اهڙو موقعو هٿ ڪرڻ لڳو جو ان فتني کي پاڙن کان پٽي ڳيا ڳيا ڪري ڇڏجي. پر رسولو ان کان اڳ ئي ڳوٺ ڇڏي هليو ويو هيو. ٻيلن ۾ وڄندڙ هن جون سيٽيون خاموش ٿي ويون هيون. ڏڻ جي ڳڇين ۾ ٻڌل گهنڊڙين جا آواز بند ٿي ويا هئا ۽ هر ڪنهن هن کي وساري ڇڏيو هيو. پر هو راهوءَ کي اجا ٻه ياد هيو. هو هن جي

ٻڌايل هڪ هڪ لفظ تي غور ڪندو رهيو ۽ هاڻي هو ٻه سوچي رهيو هيو. هن جي ٻني پڇي راس ٿيندي ته وڏيرو جهار جيان اچي ان تي حملو ڪندو ۽ جهٽ پٽ ۾ ان کي پيٽ ۾ سمائي ڇڏيندو. هو ان کي ڪجهه چئي به نه سگهندو، هن کي محسوس ٿيو، جيئن هو وڏيري جو زرخريد غلام هجي. هن جي زندگي پنهنجي زندگي نه هجي. جيئن هن جو وجود وڏيري لاءِ هجي. هو پنهنجو پاڻ کي اوپرو محسوس ٿيو. هن سوچيو. هن ننڍ وڏائي واري سماج ۾ زندگي جهڙي اهم شيءِ به غريبن لاءِ نه آهي، ٻين شين سان گڏ زندگي به اميرن لاءِ آهي هڪ غريب به اميرن لاءِ آهي“.

هن کي ٻپهر جي ڇانو ۾ سوچيندي سوچيندي سنجها ٿي وئي ۽ شفق جي لالاڻ افق ۾ جذب ٿيڻ لڳي. هن هر ڪٽي ڪلهي تي رکيو ۽ ڏاندن جي جوڙي کي ڳڻڪارون ڏيندو ٻين ڪڙمين سان اچي ساڻ ٿيو. هر ڪنهن جي ڪلهي تي هر هيو، هر ڪو نوٽ زمين جي ٻارن مان نڪري نروار ٿيندو ويو. هر ڪو ڪلهي تي صليب جهڙو هر سجائي، پيچرن جي ڌوڙ اڏائيندڙ قافلن ۾ شامل ٿيندو ويو. راهوءِ پويان ڪنڌ ڪٽي ڏٺو. ڏور اولهه ڏي، ڦهليل شفق جي لالاڻ اڳيان ڪلهن تي صليبن جهڙا هر سجائي، ڪارا ڪارا پاڇولا، اڳتي وڌي رهيا هيا. پاڇولا، جن جي جيئرو هوندي به زندگيءِ جو وجود نه هيو پر اهي اڳتي وڌي رهيا هئا. جن جي سامهون، لهرائيندڙ کيت هيا ۽ انهن جي قدمن چمڻ لئي بيتاب، ڌرتي ۽ آسمان جي ميلاپ وٽ، شفق جي لالاڻ.

# ناچو

هوءَ نچي ته نه پئي، پر کهين ٻئي کهين، سينگاريل اسٽيج تي رنگ برنگي ڪپڙا پائي جڏهن هوءَ شرم شرم ڪندي ماڻهن جي سامهون آئي ته هر ڪنهن جي وات مان شوڪارا نڪري ويا. پريل متناسب جسم تي اوڍيل رنگ برنگي ڪپڙا ۽ خوبصورت پريل گول منهن تي ڪنهن آديسيءَ جي راهه تي انتظار پريل اکين جيان وڇايل زيور، جن جا موتي اسٽيج

جي رنگ برنگي ٻرندڙ بلبن جي لائٽ ۾ پردي جي پٺيان بيهي ڪلي ليئا پائيندڙ شرميلي محبوب جيان چمڪي رهيا هئا.

جڏهن هن ناچ شروع ڪيو تہ هر ڪنهن جي جسم مان ڄڻ ڌرڙيون نڪري ويون ماٺهو ڏندن کي زور ڏيئي، ڪرسين تي ڦٽڪي ڦٽڪي هن جي مست جسم کي ڏسڻ لڳا. سازن جي لهہ وچڙ تي جڏهن هوءَ مست هرڻيءَ جيان ڇال ڏيئي ڪلي رهي هئي تہ ماڻهو هن جي مٺان گهور گهور ٿي رهيا هئا. هوءَ نچي نہ پئي پر ڄڻ سيني جي روح کي نچائي پئي.

وڏيري الهداد جو تہ آواز ئي اٽيو ٿي ويو. ڪمدار رحمو جيڪو هن جي پرسان ئي ويٺو هيو ان کي آهستگيءَ سان چيائين، "ٻيلي رحمو، دلڙي تہ هٿن مان نڪتي ٿي وڃي، هاڻي هلاءِ ڪو حيلو".

"پوتار فڪر ئي نہ ڪيو، هي اسٽيج جون پتليون تہ نچنديون ئي پئسي جي ڌاڳي تي آهن. هاڻي ٿو بلو ڪريان".

"وارو ڪر پيٽان"

رئيس الهداد ٿورو ڪلندي خشڪ آواز ۾ چيو ۽ وري هو اسٽيج تي نچندڙ عورت ۾ اکيون کپائي ويهي رهيو.

شو ختم ٿيو تہ رئيس الهداد بہ مڇ کي وڪڙ ڏيئي گهڙي پيو ان ساڳي نچڻيءَ جي ڪمري ۾. هن اتي هڪڙي خوبصورت جوان کي آئيني جي اڳيان ڦٽي ڏيندي ڏٺو. هو تمام خوبصورت هيو، رئيس سمجهيو شايد ان نچڻيءَ جو يارُ آهي.

نوجوان جڏهن اڌ وهيءَ جي وڏي پٽڪيدار شخص کي ڪمري ۾ گهڙندو ڏٺو تہ هن ٿورو ڇرڪي پٺتي نهاريو، "ڪير آهيو توهان؟"

"اڙي يائو مان آهيان تہ رئيس پر آيو هن جي تلاش ۾ آهيان"

"ڪنهن جي تلاش ۾؟"

"هن، جنهن هاڻي هاڻي ٿلهي تي جهمر پاتي."

نوجوان ٿورو ڦڪو ٿي ويو.

"ڪهڙو ڪم آ تنهنجو ان ۾."

"بس هي نوٽ پيش ڪرڻا آهن." رئيس ڏهن هزارن جا نوٽ ٻاهر ڪڍندي چيو.

رئيس جي ڳالهہ تي نوجوان ڪجهہ سوچيو.

"تہ پوءِ اهي تون فنڊ ۾ ڏيڻ گهرين ٿو شايد؟"

"فنڊ!" رئيس چيو "ڇا جو فنڊ؟"

”شايد توهان کي خبر نہ آهي تہ هي اسٽيج شو شاگردن جي ٺاهيل انقلابي پارٽيءَ جي فنڊ جمع ڪرڻ لاءِ ڪيو ويو هيو“.

رئيس جي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا.

”پر هوءَ نچڻي؟“

نوجوان ٿلهو شوڪارو ڀريو.

”اها نچڻي مان هيس رئيس صاحب. دراصل اسان کي فنڊ جي سخت لوڙ هئي، ٻيو ڪو رستو نہ ڏسي لازمن مون کي ائين نچڻو پيو“.

خود غرض رئيس جون اکيون ڇڇيون ٿي نوجوان جي پروقار چهري جو جائزو وٺڻ لڳيون.

# هڪ رات جو عذاب

جنوريءَ جون پويون تاريخون هيون. سرديءَ جو ٽڪايل سج اڀ ۾ مختصر وڪون کڻندو اولهہ وڃي پهتو هيو. ڪونجن جا ولر وٿاڻن ڏانهن وري چڪا هئا ۽ هاڻي سانجهيءَ جي نيراڻ انڌيري ۾ جذب ٿيڻ لڳي هئي. وڏندڙ ٿڌ ڪري هرطرف خاموشي ڦهليل هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو اونده ۾ اجرڪ جي ٻٽ هنيو، ٻيڙيءَ جا سوٽا هڻي کنگهندو، پنهنجي وجود جو

احساس ڏياريندي لنگھيو ٿي، نہ تہ اها ئي چپ چاپ هئي. خاموش جهنگ ۾ شاهہ جي پڙ تي پنهل جي هٽ اڳيان ٻرندڙ هيڏي شعلي وارو فانوسو.

رات گهري ٿي تہ خاموشيءَ ۾ اچا بہ اضافو ٿي ويو. ٻنين ٻاهران ٻيئل پاڻيءَ ۾ ڏيڏرن جي ٽان ٽان تيز ٿي وئي، ائين ٿي محسوس ٿيو جيئن خاموشي هڪ ڌماڪي سان ڦاٽندي ۽ اوندهہ جون ڇڳون ٽڪرا ٽڪرا ٿي پٽ تي ڇٽي پونديون. ٿڌ ڪري هر ڪو وڃي بستري پيڙو ٿيو هيو ۽ سڄي ڏينهن جي ٿڪاوٽ ڪي ننڊ ۾ سپنن سان دور ڪري رهيو هيو.

خبر نہ پئي تہ اوچتو سر واهہ جي ڪڙ ٽان بندوقن جا ٺڪاءَ ٿيا. هڪ .... ٻہ ..... ٽي .... ۽ پوءِ تہ سانده ڪيترا فئر ٿيا. سڄو ڳوٺ ڇرڪ ڀري، سوڙيون سوري جاڳي پيو. خوف ۾ سيءَ سبب هر ڪنهن جي جان مان ڌرڙيون نڪري ويون. سرڙاٽ نڪري ويا، همراهہ وارو وارو ڪندا ڪانديرن ڪي لتاڙيندا اڳتي وڌندا ويا، جڏهن سر واهہ تي پهتا تہ ڏٺائون تہ ڪير اونڌي منهن ڪڙ تي جيپ ڀرسان ڌڌڙ ۾ ليٽيو پيو آهي. ڦيريون تہ اونڌي هيٺ ڪري سڃاتائون ڪو نہ پر پوءِ جڏهن اونڌي منهن ڪي سهارو ڏئي سڌو ڪيائون تہ همراهن جي زبان اچي ڏندن سان لڳي. چي ”اڙي ميان هي تہ پنهنجو رئيس منٺ خان آهي“.

پوءِ تہ هوءِ هوءِ ٿي وئي. ٻن همراهن ڪٽي ڇنگهن ڪان سهارو ڏنس باقي ٻيا جنبي ويس ٻانهن ۾ ڇيلهہ ڪي. رئيس جي ٿلهي جسم ڪي سهارو ڏيندا، ڇنگهندا سيني تي هٿ هڻندا، اچي ڳوٺ پهتا هر ڪنهن ڪي خبر پئي ”رئيس وڏي ڪي گوليون لڳيون آهن.... رئيس وڏي ڪي گوليون لڳيون آهن“

”اڙي ڪهڙا هيا اهي ...... مونکي ڏس تہ ڏيو؟“

پوڙهو قادن هٽن مان پئي نڪتو ويو، جوش ۾ سڄو پئي ڏڪيو. ”اڙي وڏيرو ماتو ابو.... سو بہ اسان جي تڪ ۾ زوراوري ڪري ويا....“

سڄي ڳوٺ ۾ اها خبر سيلاب وانگر ڦهلجي وئي تہ رئيس منٺ خان  ڪي گوليون لڳيون آهن. هر ڪو ياحسين ياحسين ڪندو لوڙهن مان نڪتو ۽ اچي شاهہ جي پڙ تي گڏ ٿيو، ٻن ٽن همراهن سڻ ڏيئي پنهل جي دوڪان مان ڪٽ ڪڍي اتي ئي ڪٽي رئيس وڏي ڪي ليٽايائون، ڀريي مڙس قادن ڪان اهو ڪو نہ پڳو ان اتان ئي رڙ ڪئي. ”اڙي ميان ههڙي پاري ۾ هن ڪي اتي چو ٿا سمهاريو. منهنجي پکي ڏي ڪٽي هلوس“ اها ڳالهہ سيني ڪي دل سان لڳي. چئن همراهن ڪٽ ڪي ڪلهو ڏنو تہ ڪٽ جا چرڙاٽ ئي نڪري ويا. جاڻ پڳي ڙي .... جاڻ پڳي. سڄو ڳوٺ پوش پوش ڪندو اچي قادن جي لوڙهي ٻاهران گڏ ٿيو. رئيس وڏي جي ڪٽ ڪلهن تان لاهي اندر پکي ۾ رکي وئي.

پکي کي چوڌاري پترون ڏنل هيون ۽ مٿان گاهه جي ڇت، جنهن جا ڪک سياري جي هوا ۾ سرڙ سرڙ ڪري پيا ڏڪندا هيا ۽ پکي جون ڪانن واريون پترون هوا کي ڪٽهن به روڪي نه سگهنديون هيون.

گهڙي گهڙي نه حڪيم پيرل پنهنجي اڇي چادر ۾ ڏڪندو ڏڪندو پريان ظاهر ٿيو. هن جي اڳيان لونگ ماڇي هيو، جيڪو تيز وکون کڻندو پڙ ڏانهن وڌي رهيو هيو. ”اچو حڪيم سائين اچو“ هو رکي رکي پوئتي نهاري ٻڍي حڪيم کي چئي رهيو هيو.

حڪيم پيرل هتان ڪان ميل پري ڪوهارن جي ڳوٺ ۾ رهندو هيو پنهنجي تڪ جو هڪڙو ئي مشهور حڪيم هيو. ڏاڍو محنتي ۽ جفاڪش مجال جو اڌ رات جو به ڪنهن کي موٽائي، ڪو به چائٺ تي ويس ته اڪيلو نه موٽائيندس. اونهارو هجي يا سيارو. آنڌي هجي يا مينهن هو پنهنجي خاص اڇي چادر ۾ ضرور بيمار جي گهر پهچندو ۽ هاڻي هو رئيس وڏي جي مرهم پٽي ڪرڻ آيو هيو. رستي سان ايندي، لونگ هن کي ٻڌايو هيو ته وڏيري تي ڪوسن حملو ڪيو آهي ۽ هن کي ڪٻيءِ ڄنگهه جي پاسي ۾ گولي لڳي آهي. سڄي ڄنگهه رت ۾ لال ٿي وئيس اٿس.

لونگ حڪيم پيرل کي ساڻ ڪري، قادن جي لوڙهي وٽ پهتو ته هن کي ويهارو ڪن همراهه مليا، جيڪي هيڏي هوڏي ڪٽهن اڳڻ ۾ ته ڪٽهن پکي ۾ پريشان ۽ بي حال ڦري رهيا هئا. مال اجان به ڪر ڪنيو رانپاڻ ڪري رهيو هيو. لونگ حڪيم کي ساڻ ڪري پکي ۾ گهڙيو ته هيٺ پٽ تي ڪچن ۾ ٻار جهلي ويٺل عورتن سري پري هن کي رستو ڏنو ۽ ڳالهاڻ بند ڪري ڳتي تي آگر رکي پهريون حڪيم کي نهاريو ۽ پوءِ رئيس جي منهن ۾ ڏٺو. جيڪو اکيون بند ڪيو، بيهوش پيو هيو.

حڪيم بسم الله پڙهي سوڙ مٿي ڪنئي ۽ رئيس جي ڄنگهه کي نهاريو. سڄي سٿڻ پاچي کان وٺي ابداڻي تائين رت سان رسجي وئي هئي. ويٺل عورتن جي دل ڪچي پکي ٽيڻ لڳي، سيني جي بدن مان سرڙاٽ نڪري ويا ”اڙي ابا.....هائي هائي“ انهن ٽڏا ساهه پريا، حڪيم رئيس جي پاچي کي مٿي ڇڪي ڪٽي زخم ظاهر ڪيو. گامڻ ڇت مان چمني لاهي، ڪٽي زخم جي ويجهو آيو حڪيم زخم کي تپاسيو ۽ نرڙ ۾ گهنج وجهي، ڪيسي مان دوا جي دٻي ۽ ميرو ڪپڙو ڪڍي به چار لپريون ٿاهي ڪٽي رئيس جي زخم کي ٻڌيون. الله ڪندو نه پلو ٿيندو.... هن چيو ۽ ڇڪي ڪٽي سوڙ کي پيهر رئيس جي مٿان وجهي ڇڏيو.

گهڙي ڪن گهڙي نه رئيس به آهستي آهستي اک پٽي. هن جي پهرين نظر وڃي پکي جي ڇت تي پئي، لڙڪندڙ پلال جا تاندورا جيڪي هوا تي هيڏي هوڏي لڏي رئيس کي

ويچارا ڪيڍي رهيا هئا. هن اک ٽيڏي ڪري آس پاس نهاريو پٽ تي عورتون ويٺل هيون جيڪي افسوس ۽ غم مان هن ڏانهن نهاري رهيو هيون. پرسان ئي قادن هٿ ۾ لٺ جهليو ويٺو هيو ۽ هن ڏي ائين نهاري رهيو هيو جيئن هو رئيس جي اک کلڻ جو انتظار ڪندو هجي.

”اڙي ماتو ابا رئيس هاڻي فرحت ته آهي نه...... اڙي اڪيلو سمجهي وار ڪري ويا.. پرواهه نه ڪر رئيس پنهنجا همراهه به موڪليا اٿم ڪوسن جي ڪڍ پٺان نه ته پڇن ها، ڪيون ته ها ڳيا ڳيا.... اصلي فڪر ئي نه ڪر“.

قادن ڪجهه دير چپ ٿيو ۽ وري ڳالهائڻ شروع ڪيو. ”تازو تازو همراهه ڊوڙائي حڪيم پيرل کي گهرايو هوم، سوچيم خان کي ڪجهه ته آرام ايندو نه. هاڻي فرحت ته آهي نه ابا.... پيرل حڪيم آهي معشوق“.

پريو مڙس قادن ڳالهائيندو ويو ۽ رئيس اڃا پنهنجي هوش ۾ نه هيو. هن جون اکيون هر هر پاسن ڏانهن ٿي ڦريون. هن کي ماحول ڏاڍو اوپرو ٿي لڳو. رڪي رڪي هن کي ڇنگهه مان سور جون سٽون اپرنديون پيئي محسوس ٿيون، جن ڪان هو ٻيٽو پيئي ٿي ويو. هن همت ڪري آهستي آهستي هٿ وڌائي زخم کي ڇهيو. ان تي ٿلهيون ڪپڙي جون لپريون ٻڌل هيون، جن جي اندر پريل نرم نرم مرهم کي محسوس ڪري هن کي ڏاڍي ٻجان لڳي. هن جو زخم ڪري رهيو هيو جنهن ڪان هن جي بيهوشي ختم ٿي وئي ۽ ٿوري دير ڪان پوءِ هن محسوس ڪيو جيئن هن جو پورو جسم ڪرندو هجي.

”پاڻي“ هن چيو.

گامڻ هڪدم هيٺ ويٺل مائين کي سوري ڪنڊ ۾ رکيل دلي مان مٽيءَ جو ڪپو پري، رئيس کي پٺيان سهارو ڏئي، ٿورو اٿاري، ڪٽي وات تي رکيس، مٽيءَ جو ڪپو ۽ ڪوهه جو بدبودار پاڻي، رئيس ڪان هڪ ڍڪ به هيٺ نه لٿو ۽ هن پهرين ڍڪ سان ئي گرڙي ڪري ڪٽي سوڙ کي آلو ڪري ڇڏيو. هن ڪاوڙ مان گامڻ کي نهاريو، پٺيءَ سان زور ڏئي سمهڻ جي ڪئي گامڻ هن کي سهارو ڏئي آهستي سمهاريو ۽ باقي پاڻي کي اتي ئي ڪٽ هيٺان هاري ڇڏيو.

قادن پنهنجي پر ۾ ڏاڍو ڇڪي ٿيو، هن وٽ رئيس کي پيش ڪرڻ لاءِ ڪجهه به ڪو نه هيو، هن وٽ سٺو برتن به ڪو نه هيو، جنهن سان هو پاڻي آڇي رئيس جي دل خوش ڪري سگهي. رئيس کي جيئن جيئن هوش ايندو ويو تيئن تيئن هن جو زخم پهريون ڪان به وڌيڪ ڪرڻ لڳو. هن دل ئي دل ۾ حڪيم پيرل کي گار وهائي ڪيڍي پيٽسان ڪتي جو پڇ

زخم تي مرهم رکي ويو آ. ڪن زهر ٻرڪي ويو آ. رئيس ڪان رهيو نہ ٿيو ۽ هن اکيون مٿي ڪري قادن ڪان پڇيو.

”مان واري ڳوٺ ماڻهو موڪليو اٿو نہ؟“

”هائو هائو سائين.... اهي تہ همراهہ ٻڳا بہ وڃي.... ابا هي بہ تہ پنهنجو پڪو ٿي... دل جاءِ ڪر“، قادن قرب مان ڳالهائيندي ٽورو ٽورو ڏڪيو بہ ٿي.

رئيس منڻ خان ڪي مٿان ڀاتل سوڙ مان بدبوءِ اچي رهي هئي هن ٽورو ڪنڌ ورائي هيٺان رکيل وهاڻي ڪي نهاريو. ميرو اصلي صفا ڪارو، جنهن تي تيل جي سٽپ ڪري، مٿيءَ چڪا چميل هئا. رئيس ڪي الٽي ايندي ايندي سيني ۾ اٽڪي پئي.

”اڙي ماتو سڄي جا پٽ گهر ۾ ڪا سٺي سوڙ بہ نہ هيئي جو هيءَ منهنجي مٿان وڌي اٿئي. اڙي هي وهاڻو تہ ڏس اچئي ٿو شرم“.

رئيس ڪي اهڙي ڪاوڙ آئي جو زخم مان اٿندڙ سور ٿي وسري ويس. آواز ٿلهو ٿي ويس جهڙو ٻڪر. هيڏو منهن ڳاڙهو ٿي ويس لال. قادن رئيس جا اکر ٻڌي پيرن تائين ڏڪي ويو. هن اڱڻ ۾ وڃي زوار ڪي سڏ ڪيو. زوار ٻيڙيءَ جا سوٽا هڻندو تيز تيز وکون کڻندون هن وٽ اچي پهتو.

”جي پريا مڙس“.

”اڙي ابا تو وٽ ڪا سوڙڙي آهي، رئيس ڪي ميري سوڙ ڏيندي تہ پاڻ ڪي شرم ٿو اچي. تو وٽ ڪا چگيرڙي آهي تہ ڪنيو آ“.

قادن وات تي هٿ رکي زوريءَ ڪنگهيو. زوار اجهو اجهو ڪندو لوڙهي جو در ٽپي پڙ ڏانهن وڌيو تہ قادن پويان رڙ ڪيس ”ايڏانهن ڪو سٺو وهاڻو بہ ڪنيو اچجانءِ“.

”هائو هائو“ زوار چيو ۽ پوءِ هو چانڊوڪيءَ ۾ اوجهل ٿي ويو. جهوپڙي ڪان ٻاهر سر ۽ پوڪ لاءِ گڏ ڪيل پاڻيءَ جا ڍٻا هيا جن تي سدائين مڇرن جا ٽولا پيا ڀون ڀون ڪندا هيا. سڄي ڳوٺ جي گندگي بہ انهيءَ پوسل ۾ اچي پوندي هئي. گڏ ٿيل ڪاري پاڻيءَ مان سدائين بدبوءِ پئي ايندي هئي، جنهن سان ڳوٺ جا ماڻهو هيراڪ ٿي ويا هيا، ڍنڍن جي آس پاس پيل گند ڪچرو ۽ بدبوءِ ڳوٺ وارن ڪي ڪو نہ آزاريندي هئي. هو بہ مڇرن جيان گندگيءَ مان ڦٽي نڪتا هئا. مڇرن جي ڏنگن جي هنن لاءِ ڪا بہ حيثيت ڪو نہ هئي پر اهي سڀ شيون رئيس لاءِ نيون هيون. پڪي جو گهٽيل ماحول، اتي رکيل دلن مان پيدا ٿيندڙ چيڪڻ جو احساس، ٻاهر اڱڻ ۾ ٻيٺل مال جون رانيون ۽ گندگيءَ مان اٿندڙ بدبوءِ. مڇرن جا ولر، جيڪي ڀون ڀون ڪندا گهر گهر ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڀٽڪي رهيا هيا ۽ پڪي ۾ ٻرندڙ هيڏي

شعلي واري بتيءَ جي اڻپوري روشني، جنهن کان رئيس کي گهڻ محسوس ٿي رهي هئي، هو ته انهن سيني شين کان ڏور ڇايو هيو، جتي چمڪ ئي چمڪ هئي. روشني ئي روشني هئي. صفائي ئي صفائي هئي. هن کي ڪهڙي خبر ته بدبوءِ جا ٽيندي آهي، ڪکائن جهوپڻ ۾ راتيون ڪيئن بسر ٽيندي آهن. بدبودار بسترن ۾ سک جا سپنا ڪيئن ڏسبا آهن ۽ وڏي ڳالهه اها ته قاتل ۽ ميرن ڪپڙن ۾ ڍڪيل مفلس انسانن سان زندگيءَ جون گهڙيون ڪيئن گذاربيون آهن. هو صاف سٿرن هوادار بنگلن جو هيراڪ هيو، هن کي ڪهڙي خبر ته مڇرن جا ولر انسانن تي حملو ڪيئن ڪندا آهن. زخم ڪائڻ کان پوءِ حڪيم جي لپرين تي ڦٽ ڪيئن ڀرندا آهن. رئيس عذاب ۾ ڦتڪندو رهيو.

زوار گهران سوڙ ۽ وهاڻو ڪڻي آيو، پر رئيس جو اجا به بدبوءِ کان متو ڦاٽو ٿي ويو. هن کي مڇر ڏنگي رهيا هيا. هن جي آس پاس ڀون ڀون ڪري، هن کي ستائي رهيا هيا. ڀوسڻ وڌندو ويو ۽ هن کان رهيو نه ٿيو نيٺ هن قادن کي چيو "مون کي اسپتال ڪڻائي هلو".

قادن صفا ڪکو وکو ٿي ويو.

"اڙي صدقي وڃانءِ رئيس اسپتال ته هتان ڏهه ميل پري آهي، جي چوين ته تيار ڪرايون ڏاند، پوءِ الهه واهي جڏهن گاڏي پهتي".

رئيس جو پارو چڙهي ويو ۽ هن ڳالهه ورائيندي چيو "اڙي اجا کو نه پهتا منهنجي گهر وارا؟"

"بس سائين اجهو ڪي اجهو آيا". قادن چيو ۽ پوءِ هن روئڻ هارڪي آواز ۾ چيو "چورن چنڊن کي ته سوير ئي موڪليو هوم... الائي ڪاڏي گم ٿي ويا".

گهڙي ڪن ماٺ ٿي.

"ٺاڻي تي رپورٽ داخل ڪئي اٿو؟" رئيس هڪ دفعو وري ڳالهايو.

"سائين ٺاڻو ته ٻارهن ميل پري آ. ڇا ڪجي؟" پريو مڙس قادن ڏک ۾ ذري گهڻ روئي پيو.

سياري جي قيامت جيڏي رات آهستي آهستي لڙندي وئي. چانڊوڪي وقت سان گڏ گهري ٿي وئي. ڏين مان لنگهندڙ پيچرا وڏيڪ چٽا ٿي ويا. شاهه جي پڙ تي هاڻي کو به همراهه نه هيو، سڀ آهستي آهستي ٽڙي پکڙي ويا هيا. ڪي گهرن ڏي وڃي ستا هيا ته ڪي اجا به پريي مڙس جي اڱڻ ۾ ٽولو ٺاهي ويٺا ڪچهري ڪري رهيا هئا. پڙ تي فانوس اجا به ٻري رهيو هو. هر طرف سانت ڇانيل هئي ۽ انهيءَ سانت کي چيريندڙ، ٽڏن جي ڪرڙڪٽ

ڪرڙڪٽ ۾ ڏيڏرن جي ٽان ٽان.

وقت سان گڏ رئيس وڏي جي حالت خراب ٿيندي وئي. هن جو من پيو چاهي ته هو اٿي ڀڄي وڃي. مونجهه ڪان هن جو اندر ڦاٽو ٿي ويو.

قادن ٽڙ تڪڙ ۾ رئيس لاءِ ماني به تيار ڪرائي هئي، شابس هجي ويچاري زوار کي جنهن اڌرات جو ننهن کي تڪليف ڏئي، رئيس لاءِ جوئر جي ماني تيار ڪرائي هئي ۽ کير ڏهايو هيو. پر رئيس پنڌيءَ کي لامارو ڏئي هڪ ڏنو. کير جي لوٽيءَ سوڌو ماني به وڃي پري پئي.

"اڙي ڪتي جا پٽ، اسان وري جوئر جي ماني کائيندا آهيون، آڇيندي شرم به نه ٿو اچئي؟"

قادن ويچارو جيڪو پهريون ٿي ڏڪيو پئي، ان جي وات مان ته هڪ اکر به نه نڪتو، ويچارو صفا چپ ٿي رئيس اڳيان ڪنڌ جهڪائي بيهي رهيو.

بدبوءِ ڪان رئيس کي الٽيون اچڻ لڳيون، هن رکي رکي ڏاڪيو ٿي. هن کي پنهنجي آس پاس بيٺل ماڻهن مان بچاءُ ٿي آئي. مچرن هن جي منهن جا ريپٽ لاهي ڇڏيا هيا. آس پاس ڦهليل گندگيءَ ڪري هن جو متو ڦاٽڻ لڳو هو، هو ڏاڪيندو رهيو. هن وڏي آواز ۾ رڙيون ڪري پريي مڙس کي گاريون ڏيڻ شروع ڪري ڏنيون. "تنهنجي ماءُ کي..... تنهنجي ڀيڻ کي.....تنهنجي زال کي....."

قادن ويچارو ڏڪي ويو. ڇڙو پيو ابا ابا ڪري نيٺ رئيس وقلي وقلي بيهوش ٿي ويو ۽ قادن اکين مان ڳوڙها اگهي سوڙ سوري هن جي مٿان وجهي ڇڏي.

الله الله ڪري اسر ٿيو ته ڪڪڙن به دس هنيا، رئيس وڏي جي ڳوٺ وارا جيپ ڪاهي، واويلا ڪندا پهچي ويا. هيڏيون ڪيلي جي ڦرهي جيڏيون مچون ۽ گول متول ڳتا. هر ڪو نرڙ ۾ گهنج وجهي ٽپو ڏئي جيپ مان لٿو ۽ پرين مڙس جي پکي ۾ گهڙي ويو.

ٿوريءَ دير ڪان پوءِ جيپ ڳوٺ جي سوڙهن پيچرن تان ترڪندي، وڻن جي ٽارين سان گسندي، سر واهه جي ڪپر ڏانهن گم ٿي وئي.

ان ڳالهه کي ڪيترا مهينا گذري ويا. رئيس منڻ خان چڱو ڀلو ٿي ويو. هو هاڻي خير سان گهمندو ڦرندو به هيو. پريو مڙس قادن ۽ ٻيا ڳوٺ وارا خوش هيا ته هنن پنهنجي وت آهر ڏکي وقت رئيس منڻ خان جي چڱي خدمت چاڪري ڪئي. آئي وئي ڪان پئي خان جا پار پتا پڇندا هيا. "ڏي خبر يائو....هاڻي رئيس منڻ خان خوش آ.... چڱو ڀلو، الله خوش رکيس".

وقت گذريو ته هڪ ڏينهن رئيس منڻ خان جي جيپ اچي ڳوٺ جي ٻاهران رڪي. هن جي پرسان چار پنج همراهه دونالي بندوقن کي ڪڇ ۾ سوگهو جهليو مڇون وٽي رهيا هيا. رئيس منڻ خان ڏاڍو ڏکل هيو. پلئه ڪرڻ لاءِ ڪوسن کي ڳوليندي ڳوليندي هڪ دفعو وري اچي ان ننڍڙي ڳوٺ پرسان پهتو هيو. ساڳيا جهوپا، سر ۽ پوسل، گندگيءِ جا ڍير ۽ ميرا ماڻهو سانجهيءِ جو ٽائيم هيو ۽ شاهه جي پڙ تي پنهل جي هٽ اڳيان شيشن وارو فانوسو هميشه جيان پئي ٻريو. رئيس منڻ خان پنهنجي ڏڏڙيل مڇن جي وارن کي وٽيو ۽ پوءِ ڪجهه سوچيندي جيپ ۾ ويٺل همراهن کي اشارو ڏنو "اڙي ڏيو انهن جهوپن کي باهه"

"پر سائين انهن ته توهان کي ڏکئي وقت ۾ پناهه ڏني هئي".

رئيس جي انگ انگ مان ڌرڙيون نڪري ويون بدبوءِ، گندگي، مڇرن جا ڏنگ، حڪيم جي ليري، جوئر جي ماني، بستري جي ڏپ، ميرا انسان ۽ مونجهه ئي مونجهه.

"اڙي ٻڌو نه ٿا ڪميڻءِ ڏيو جهوپن کي باهه".

۽ چار همراهه بندوقون سڌيون ڪري، لانگ ورائي جيپ مان لٿا ۽ هوائي فئر ڪندا، ڪاهي پيا ڳوٺ ۾. جهٽ پلڪ ۾ هيڏا هيڏا شعلا بلندا ٿيا ۽ پوءِ سڄو ڳوٺ ٻرڻ لڳو. هوءِ هوءِ ٿي وئي. ڀڄ ڊڪ لڳي وئي. وارو ڙي وارو. همراهه ساڳيا ئي هوائي فئر ڪندا اچي واپس جيپ ۾ ويٺا. رئيس ٿڌو ساهه کڻي مرڪيو جيئن هن ڪوسن سان پلئه ڪيو هجي.

# بارش ڪانپوءِ

ان ڏينهن نظرن اڳيان ڌنڌ هيو. آڪاش مان هڪ ٻئي پٺيان ڪرندڙ پاڻيءِ جي بوندن هر شيءِ کي ڌنڌلڪو ڪري ڇڏيو هيو. ڏاند گاڏين ۾ پيل پوري پلال تي پاڻيءِ جون بوندون وسي ٻئي پاسي کان ريلا ڪري ٿي وهيون ۽ ان جا ڦيٿا اڌ تائين ڪچي مٽيءِ جي گاري ۾ هيٺ تي لٿا ويا، ڇيڪڙ سان ڀريل گول ڦيٿا، جن جي تيزيءِ سان هلڻ ڪري گهاٽيءِ مٽيءِ جون ڦينگون اڏامي پري ٿي وڃي ڪريون. ڏاند هيا جو تراين مان ڇپ ڇپ ڪري ڊوڙندا ٿي ويا ۽ هر ڪا شيءِ ڌوتل هئي. ساون وڻن کان وني ويندي ولين جي مقبرن ۽ ڪتبن تائين جن جي ڪڏڻ ۾ ڪبوتر پرن ۾ منهن هنيو ويٺا هيا. گاڏير وسڪاري جو واس وني رهيا هيا، انهن پاڻ کي اجرڪن ۾ ويڙهي ڇڏيو هيو، ٻيو پاڻي هيو جو ٽڙڪاٽ ڪندو انهن

جي اجرڪن کي آلو ڪندو، ململ جي قميص مان لنگهيندو، انهن کي وهنجاري رهيو هيو. هو سرديءَ کان ڪرنگهي ۾ اٿندڙ ڏرڙين مان لطف وٺي رهيا هيا. هو ڳائي رهيا هئا، هر شيءِ کان بي خود، انهن جي آوازن ۾ڪا بہ خوف جي لرزش نہ هئي، ان ۾ مستي سمايل هئي، جنهن انهن جي آوازن جي گونج کي ڦهلائي ڇڏيو هيو. ائين ٿي لڳو ڄڻ اهي چپ آهن ۽ انهن جي اندر ۾ ڪو آهي جيڪو وادين جي آلاڻ ۾ پاڻ بہ گهلڻ ٿو چاهي. ٻوڙندڙ ڏاندن جي ڇڪ کان گپ ۾ پيهجي اڳتي وڌندڙ ڏاند گاڏين جي ڦيٽن مان چرڙاٽ ٿي نڪتا، جيڪي مينهن جي گوڙ گمسان ۽ ڌڌڪن ۾ ڌپيل هوندي بہ منفرد هيا.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪکر ڪيائين،
منڊائتي مينهن جي، رت نہ روڪيائين،
پلر پلٽيائين، سانگين گهٽا سڪ ٿيا.

۽ هو ڳائيندا ويا هڪ ٻئي پٺيان ڪرندڙ بوندن جي لڙاٽ پويان ڏور ٿيندا تمام ڏور......

اڌروٽ علي نواز بلوچ جي گهر ۾ پيو ڪجهہ بہ نہ هيو، سواءِ هن جي زال ۽ ٻن ٻارن جي، جن مان هڪ ڏيءَ هئي ۽ ٻيو پنجن سالن جو پٽ. جنهن جا ڦاٽل ڪپڙا مينهن ڪري آلا ٿي ويا هيا ۽ هو ٿڌ کان ڏڪي رهيو هيو، پر هن کي ڪا بہ پرواهہ نہ هئي، هو سرديءَ کان ڏڪندي بہ پنهنجي شرارتن کان نہ ٿي مڙيو. هن هر ستن سالن جي لاليءَ کي تنگ ٿي ڪيو، هروڀرو بہ هن غريب تي رعب ٿي ويهاريو. لاليءَ جهوپي جي ڇت مان ٽمندڙ پاڻيءَ جي بوندن سان آلي ٿيل ڌرتيءَ مان مٽي ٿي پٽي، جنهن تي ماٽس ڇڙپيو ٿي. پر ڊڊو هيو جو هن جا مٽيءَ مان ناهيل سڀ رانديڪا ڊاهيو هر هر ڀڳو ٿي ويو. لاليءَ دانهن ڪري ماءَ کي ٿي سڏيو ۽ ماٽس ڊڊوءَ کي ڇڙٻڻ بدران الٽو لاليءَ کي ٿي ڳالهايو، ”مان ٿي چوانءَ گوڙ نہ ڪر“ ۽ پوءِ هن نڪتل مٽيءَ ڪري نهيل ڪپڙي ڏانهن هن جو ڌيان ڇڪائيندي ٿي چيو، ”هو ڏس ڪونيءَ ۾ ڪيڏو پاڻي گڏ ٿي ويو آهي.....اڃي پٺهين تہ ٻڌايانس ٿي“.

ماءُ جون چيبون ٻڌي ويچاري لالي هر هر وسامي ٿي وئي. وسندڙ مينهن ماٽس کي چتو ڪري ڇڏيو هيو. ڇت هئي جو ٽمڻ بند ئي نہ پئي ڪيو ۽ مينهن گنڊريل ٻن پهرن کان ساڳي رفتار سان پئي وسيو. هوا بند هئي ۽ وڻ ائين بي جان محسوس ٿي رهيا هئا جيئن گوتم اکيون ٻوٽيون ڌيان ۾ گم هجي ۽ هن کي ڪنهن بہ مينهن يا طوفان جي پرواهہ نہ هجي. ٻارين جا ٻنا پسي پلپلا ٿي ويا هيا ۽ ٻنين ۾ چڱو پاڻي دٻا ناهيو بيٺو هيو. علي نواز بلوچ جو گهر بہ انهن ئي ٻنين جي وچ ۾ اوڏڪين پٽين جي ڪمزور ڪلهن تي رڪيل

جهوپو هيو ۽ اڳيان اگهاڙو اڳڻ جنهن جون حلون ٽوها ۽ ڪانڊيرا هيا، جيڪي مينهن جي بوندن هيٺان ڌوپجي صفا سانورا ٿي ويا هئا ۽ پورو لوڙهو ائين ٿي لڳو جيئن ڪاري بدن وارو وحشي اڪيون ٻوٽي پيو هجي ۽ وسندڙ مينهن ۾ وهنجندو هجي.

لالي اچا ٻه مٽيءَ سان پيل ڪيڏي ۽ ڊوءِ هن کي هر هر تنگ ٿي ڪيو، ڇت مان ساڳيءَ ريت پاڻي پئي ٽميو، جنهن جي رفتار ۾ تيزي اچي وئي هئي. هاڻي ڇت مٿان جهڪيل ٻڙ جون اهي لامون به ٻي سڌ ٿي نظر آون، جيڪي جهوپي جي ٻئي هنڌ تائين پنهنجون ٻانهون پکيڙيون بيٺيون هيون، پري کان انهن ٽارين جي وچ ۾ بيٺل جهوپڙي ائين نظر ايندي هئي، جيئن ٻڙ جيڏو مضبوط بلند خدا پنهنجو هٿ ڊگهيڙي جهوپڙيءَ جهڙي ڪمزور ۽ سجدي ۾ پيل هيٺي انسان مٿان ڇانو ڪندو هجي. وقت گذرندو ويو ۽ مينهن وڌندو ويو، ٽپهري وهنجي ته سانجهيءَ  ٻه وهنجڻ لاءِ وار ڇوڙيا.

علي نواز بلوچ اڄ وقت کان پهرين ئي گهر وري پيو هيو، هنجي ڪلهي تي هميشه جيان ڪوڏر رکيل هئي، پر اڄ هن ململ جي قميص لاهي، نيپوڙي هٿ ۾ ڪنئي هئي. باقي پوتڙو هيو، جيڪو هن کي گوڏن تائين ٻڌل هيو، جنهن مان پاڻي جون بوندون پئي ڳڙيون ۽ هيٺ هن جي پنين تائين گپ سان ڀريل ڄنگهن ۾ جذب ٿي ٿي ويون. پوتڙو آلو هجڻ ڪري هن جي بدن سان چهٽي پيو هيو، جنهن ڪري هن جو انگ انگ صاف ظاهر ٿي رهيو هيو. سيني ۽ بدن جا وار وسندڙ پاڻيءَ ڪري بدن سان ڄمي پينگهي ۾ سمهيل ٻار جيئن سانت هيا. مڇون هيٺ جهڪيل هيون ۽ مٿي جا وار ڳنڍيا ڳنڍيا، جن هنجي ڪنن کي ڍڪي ڇڏيو هيو، هو جهوپي ۾ گهريو ته اڳڻ ۾ اجان ٻه نر جون اهي ڏانڊيون اتي ئي پون هيون، جن کي هن صبح ڏنڊڻ پيچي اڇلايو هيو، ڪچڙن ڳاڙهسري گونچن واريون ٽاريون جن جي چوٽين جا سرا هن کي ڏاڍا ڀلا ٿي معلوم ٿيا. هو اندر گهريو ته هن جي گپ هاڻن آلن پيرن ڌرتيءَ تي هن جي قدمن جو ڪو به نشان نه ڇاهيو، ڇو جو ڌرتي به هن جي پيرن جيان آلي هئي.

هن کي ڏسي لاليءَ اچل ڏني ۽ پنهنجن مٽيءَ هاڻن هٿن سان هن کي وچي ڇنبڙي علي نواز هن کي ڪنيو ۽ ڳل تي چمي ڏني. لاليءَ جي ڇڻ دل وڏي ٿي وئي، هن ٽڙو ساه ڪٽي پيءُ کي ڊوءِ جي شڪايت ڪئي. "بابا ڊوءِ نه منهنجا سڀ رانديڪا پيچي ڇڏيا". هن جي منهن ۾ ويچارگي اچي وئي، جيڪا ان وقت هر ٻار جي منهن ۾ اچي ويندي آهي. ڇو جو پيار ملڻ سان انهن جي من جي چلولائي پاڻيءَ جيان رجي انهن جي من کي ڀري ڇڏيندي آهي. علي نواز منهن ۾ گهنج وجهي پٽ کي ڇڙٻيو. پر ڊوو هن اڳيان سينو ساهي بيهي

رهيو، ”نہ مڙندم ڇا ڪندين“ هن چيو ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ اباڻڪو ٿي پيءُ ڏانهن نهارڻ لڳو، پر پٽس ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو. هن لاليءَ ڪي هيٺ لاهي گلان ڏانهن نهاريو، جيڪا جهوپڙيءَ جي ڪنڊ ۾ ويهي هن ڏانهن نهاري رهي هئي، جتي مينهن کان ڪجهہ نہ بچاءُ ۽ ڇت مٿان سڻي نموني لنبيل هئي، پر هينيان ڌرتي آلي هئي، جو پاڻي اوڏڪي پٽ جي پاڙ مان سمي جهوپي ۾ ننڍا ننڍا دٻا ٺاهي رهيو هيو. ”گهر ۾ پچائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي؟“ علي نواز پڇيو ۽ گلان ڌرتيءَ ڏانهن نهاريو.

”هتي تہ ٻاهہ ٻارڻ جي جاءِ نہ آهي“ هن چيو

علي نواز ڦيريون ڦيريون دفعو ڇڻ جهوپي ۾ نظر ڦيرائي نهاريو. ڇيڪڙ سان پريل ڪچي زمين ۽ پاڻيءَ ۾ پسيل هر ڪا شيءِ پاٿاريءَ تي رکيل بسترا پاڻيءَ جي وزن ڪان سسي ويا هئا ۽ ڪچي جي وچ ۾ بيٺل پنجر جي ٻانهيءَ ۾ ٽنگيل ديڳڙيون ۽ لوٽا ائين ٿي محسوس ٿيا، جيئن اس ۾ ڪم ڪندڙ مزدور ٽڪ پٽڻ لاءِ ڪجهہ منٽ ڪر پيڳا هجن ۽ ان جي جسم تي پگهر جون هلڪيون هلڪيون بوندون چمڪنديون هجن. پوريءَ جهوپڙيءَ ۾ پلال گاڏڙ مٽيءَ جي هلڪي خوشبوءِ سمايل هئي، جيڪا ڦهلجندڙ اوندهہ ۾ ڏاڍي عجيب ٿي لڳي.

وقت گذريو تہ مينهن سان گڏ هنن جي خوف ۾ بہ اضافو ٿي ويو. خاص ڪري گلان جيڪا اندر ئي اندر ۾ پڄري بخيل ٿي پئي هئي. هوءَ ٻارن ڪي هر هر ڇٽيي جهوپڙيءَ جي ان پاسي ڏانهن ڇڪي رهي هئي، جيڪو ٽمندڙ ڇت جي مصيبت ڪان محفوظ هيو، پر ٻار مينهن مان مزو وٺي رهيا هيا. هو هر هر پاڻ ۾ وڙهيا ٿي ۽ وري پرچي ڪيڏيا ٿي. علي نواز ڪوڏر سان اوڏڪين پٽين جي پاڙن ۾ مٽيءَ جا لپا ڏئي انهن ڪي سهارو ڏئي رهيو هيو، پر مٽي اتي ڄمي ئي نہ پئي، ائين ٿي لڳو ڄڻ هو ضدي ٻار جهڙين پٽين ڪي جتن ڪري پرچائي رهيو هيو، پر ڳوڙها هيا جيڪي قطارن جي صورت ۾ انهن تان ترڪيا ٿي ويا ۽ وهندي وهندي انهن جي پاڙن ۾ پيل مٽيءَ جي لپن ڪي بہ لوڙهيو ٿي ويا. علي نواز جي محنت جو ايترو ڦل ضرور ٿيو تہ هاڻي پاڻي آسانيءَ سان اوڏڪين پٽين مان رسجي اندر نہ ٿي آيو. هو مسلسل ڌرتي ڪوٽي انهن جي پاڙن ڪي سهارو ڏيندو رهيو. انڌيري ۾ وڄ چمڪڻ شروع ڪري ڏنو هيو ۽ گاج سان گڏ هن ڪي پنهنجي اگهاڙي پٺيءَ تي ڪرندڙ بوندن جا ٺڪا ائين ٿي محسوس ٿيا، جيئن جهوپي مٿان بيٺل ٻڙ جي ٽارين مان پاڻي جي ٻار ڪان نڪاءِ نڪرندا هجن ۽ اهي ڏار ڪرندا محسوس ٿيندا هجن.

گلان ڏاڍي فڪر مند ٿي وئي هئي. هن ڪي اوير واري جاري مان سڀ ڪجهہ نظر اچي رهيو هيو. سانجهيءَ جي لاش ڪي وهنجاريندڙ بوندون ۽ نيريءَ وچ جا چمڪاٽ، جيڪي

آسمان ۾ نڪائڻ سان گڏ پيدا ٿي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين پکڙجي ويا ۽ انهن چمڪاٽن جي روشنيءَ ۾ پري پري تائين بيٺل وڻ، جيڪي ڄڻ پنهنجي ساول وڃائي ويٺا هيا ۽ انهن ۾ موت جهڙي نيراڻ پرجي وئي هئي. هوءَ وڄ جي روشنيءَ ۾ انهن پاڻي سان ٽٻ لاهين ۽ تراين کي ڏسي رهي هئي، جن ۾ مينهن جون بوندون ڏڙڪڻ جا آواز پيدا ڪري ڦوٽا ٺاهي رهيون هيون، جن مان ڪجهه ڦاٽي رهيا هيا ۽ ڪجهه ٺهي رهيا هيا.

هيءُ ايڏو مينهن ته ڪو نه هيو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ان کان به وڌيڪ خطرناڪ مينهن ڏٺا هيا، پر پوءِ به هوءَ دلگير ٿي وئي هئي. هن کي رکي رکي ٻارن جو خيال ٿي آيو، جيڪي ٽمندڙ ڇت هيٺان لاپرواهي سان کيڏي رهيا هيا. هوءَ پوريءَ طرح انهن ڏانهن متوجهه ٿي وئي ۽ هن پنهنجي ليڪي اکيون ٻوٽي ڇڏيون. هوءَ خدا ۽ رسول جا نالا وٺي انهن کي ياد ڪرڻ لڳي.

ڊڊوءَ ماءَ جي ال ڪئي. ”الا سائين...... ڪلا سائين...... ملا سائين.......“ ۽ پوءِ هو ٽهڪ ڏئي کلي پيو.

”چپ ذليل“ ماڻس زور سان چيو ۽ لالي ڳاڙهي ٿي رعب ويهارڻ لاءِ ٻانهون ڪنجي هن تي چڙهي آئي.

”حرامي...... ڪافر ....... الاهه جي نالي...... تنهنجو من وڏي ويو آ“.

هن جيئن ئي ڊڊوءَ کي پڪڙي ڏڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي، ڊڊوءَ اڳ ۾ ئي هن کي منهن واري چماٽ وهائي ڪڍي ۽ هوءَ ڍاڍيون ڪري روئي پئي. لاليءَ کي روئندو ڏسي ماڻس هن کي ڪنڌ ۾ ڇڪي ورتو ۽ ڊڊوءَ ڏانهن ڪاوڙ ۾ نهاري، هن کي پرچائڻ لڳي.

هر طرف سانت لڳي پئي هئي، ڄڻ وڏندڙ انڌيرو هر گوڙ کي ڇهي وڌيڪ ڪارو ٿي ويو هيو. هاڻي ته مٿان کان هيٺ ڪرندڙ بوندو به نه ڏسجي رهيون هيون، سواءِ ان وقت جي جڏهن وڄ چمڪي ٿي ۽ ان ۾ نيريون پيليون ڦينگون هڪٻئي پٺيان هيٺ اينديون ٿي نظر آيون، نه ته انهن جا ٺڙڪا پئي ٻڌا ۽ پيو گاج جو شور، جيڪو هڪ وڏي ڌماڪي سان ڦهلجي آسمان جي ٻئي ڪنڌ تائين ڊڪندو جهڪو ٿيندو ٿي ويو، جيئن ڪنهن کي عذاب پهچائي. هن جي وات تي هٿ ڏئي، هن جي بلند ٿيندڙ رڙ کي روڪي جهڪو ڪيو وڃي. علي نواز جهوپڙيءَ ۾ وينو سهڪي رهيو هيو. هن جون ڄنگهون ڦهليل ۽ وات کليل هيو. هن بدن کي ٻانهن جي سهاري ڇڏي ڏنو هيو، جيڪي هن جي پٺيءَ کان وريل ۽ ڄنبن ۾ ڌرتيءَ تي کتل هيون، جهوپي ۾ ٻرندڙ چمني جي روشنيءَ ۾ هن جي بدن تان ڳڙندڙ پاڻي هڪ پاسي کان هيٺو ٿي نظر آيو ۽ ٻي کان ڌنڌلڪو. ٻارن کي هاڻي بک به لڳڻ شروع ٿي

وئي هئي، هو هر هر مٿو ڪنهي، ڪڙين ڪي زور سان ڊرتي تي هڻي ماءُ ڪي روئي مانيءَ لاءِ چئي رهيا هيا، ماڻس هر هر انهن جي ڪاڌين تي هٿ ڦيري دلاسو ڏئي ڏنو ۽ علي نواز ڏي ٽي ڏٺو جيڪو ائين ئي ويٺو اکيون ڀوٽي سهڪي رهيو هيو.

"اڙي مينهن بند ٿي ته ماني پچايون ٿا" هن ويٺي ويٺي ٽڪيل آواز ۾ چيو "اڙي ميان آهي ته خير"

۽ جهوپي ۾ خاموشي ڦهلجي وئي، جنهن ۾ ڇت مان ڦڙندڙ بوندن جا آواز، جهنگ ۾ ٽان ٽان ڪندڙ ڏيڏرن جي آواز سان مشابهت رکي رهيا هيا.

"اڄ ته مينهن بند ٿيڻ جو نالو ئي نه ٿو وٺي" گلان چيو، "خدا خير ڪري... پٽين جون پاڙون ئي ڳري ويون آهن." هن سوچيو جيڪر هي جهوپو ڇڏي ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي پناهه وٺجي، پر هر طرف پاڻي پاڻي هيو. وڄ جي روشنيءَ ۾ نظر جي حد ڪان شروع ٿي ٻيءَ حد تائين وڻن جون پاڙون به پاڻيءَ ۾ ٻڏل ٿي نظر آيون. هر طرف پاڻيءَ مان نهندڙ ۽ ڦاٽندڙ ڦوٽا هيا، ائين ٿي لڳو ڄڻ پوري ڌرتيءَ کي ماتا نڪتي هجي ۽ هوءَ عذاب ڪان دانهيندي هجي. علي نواز گلان جي ڳالهه تي ڪو به ڌيان نه ڏئي رهيو هيو. مينهن ۾ سڄو ڏينهن ٻنيءَ تي ڪم ڪرڻ جي ٿڪاوٽ ۽ پٽين جي پاڙن ڪي سهارو ڏيڻ جي تڪليف ڪري هن جو سنڌ سنڌ ڏکي رهيو هيو. هن کي گلان جي ڪا به ڳالهه نه ٿي وڻي، هو مينهن ڪان بي فڪر هيو، آخر هو سوچي به ته ان مصيبت تي ڇو سوچي. آخر هو ڪري به ڇا پيو سگهي. هنن جي ته حياتي ئي انهن ڪچن جهوپن ۾ بسر ٿي هئي. انهن جي پناهه لاءِ هيا ته اهي ئي جهوپا جيڪي پنهنجي ڪمزور ڪچين ٻانهن تي وزني تگارين جهڙين ڇتين کي جهليو بيٺا هيا، علي نواز سمهڻ پيو چاهي ۽ هن کي ننڊ جا جهوٽا اچڻ لڳا، ٻار ڀهريون ڪان به وڌيڪ بي چين ٿي ويا هيا ۽ گلان پنهنجون آڱريون مهٽيندي رهي.

رات جي ٻئي پهر جڏهن گلان ڪنڌ ۾ پنهنجي ٻنهي ٻارن کي ڪڇ ۾ لڪائي، انهن جي وارن ۾ هٿ ڦيري رهي هئي ۽ ٻئي ننڍا ٻار پنهنجي آلن ڪپڙن ۽ مٽيءَ هاڻن هٿن سان هن جي ڪڇ ۾ اکيون ڀوڪيو ستا پيا هيا ته اوچتو پٽيون هيٺ جهڪنديون ويون. علي نواز جهوپي ۾ ستو ٿيو سمهيو پيو هيو، هن جي پيشانيءَ ۾ گهنج هيا، پوءِ به هن جي ساهن کڻڻ جي سلسلي مان ائين ٿي لڳو جيئڻ هن کي ڪو به فڪر ڪو نه هجي، جيئن چوندو هجي، آخر ڪري به ڇا ٿو سگهجي؟ ڇت هيٺ جهڪندي وئي، پوءِ اوڏڪين پٽين هڪ ٽلهي سوڙ جيان انهن جي وجود کي مينهن جي بوندن ڪان بچائي ورتو. جهوپي مان ڪا به دانهن بلند نه ٿي پر پٽين ۽ ڇت جي ڪرڻ سان دٻڪو ضرور پيدا ٿيو، جيڪو پوءِ دهلجي ويو.

هيٺ ڪريل ڍير مان مٽي دونهي وانگر مٿي بلند ٿي اڏامڻ جي ڪئي پر لڳاتار ڪرندڙ مينهن جي بوندن ان کي پاڻ ۾ سمائي ڌرتيءَ ۾ دفن ڪري ڇڏيو.

ماحول تي ساڳي سانت هئي وڻ وهنجي رهيا هيا ۽ انهن جون ٽاريون پاڻيءَ جي وزن ڪان جھڪيون ٿي ويون هيون. هوا ۾ سمايل مٽيءَ جي خوشبوءِ هر ڪنهن کي مست ڪري رهي هئي. هر ساهه وارو خوش هيو، گاڏير سرديءَ ۾ ڏڪندي به وسڪاري جو واس وٺي رهيا هيا، سرديءَ ڪان ڪرنگهي ۾ اٽندڙ ڌررين مان لطف وٺي رهيا هيا، هو ڳائي رهيا هيا. هر شيءِ ڪان بي خود، انهن جي آوازن ۾ خوف جي ڪا به لرزش نه هئي، ان ۾ هڪ مستي سمايل هئي جنهن انهن جي آوازن جي گونج کي ڦهلائي ڇڏيو هيو. ائين ٿي لڳو ڄڻ اهي چپ آهن ۽ انهن جي اندر ۾ ڪو آهي جيڪو وادين جي آلاڻ ۾ پاڻ به گهلڻ ٿو چاهي. ڊوڙندڙ ڏاندن جي ڇڪ ڪان گپ ۾ پيهجي اڳتي وڌندو ڏاند گاڏين جي ڦٽين مان چرڙاٽ ٿي نڪتا، جيڪي مينهن جي گوڙ گمسان ۽ ڌڌڪن ۾ دٻيل هوندي به منفرد هئا.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ڪيائين،
منڊائتي مينهن جي، رت نه روڪيائين،
پلر پلٽائين، گهٽا سانگين سڪ ٿيا.

۽ هو ڳائيندا ويا. هڪ ٻئي پٺيان ڪرندڙ بوندن جي لڙاٽ پويان ڏور ٿيندا ويا. ڏور ...... تمام ڏور.....

# ديپڪ

اوڻٽيهه سال ٿيا آهن، وينو ڳايان ٿو. هي ديو جيڏو تنبورو ڪڇ ۾ ڪري تڙنگ جي تان تي واڇون ڇبيون ڪري وينو سر سان سر ملايان ٿو. سر مٿان سر، تان مٿان تان، تنبوري جي تارن تي هلي هلي آڱريون ئي گسي ويون آهن، ڳائيندي ڳائيندي نڙي ئي ويهجي وئي آهي. پر مڙاڻ نہ ٿو. ٻيلي هڪ نہ هڪ ڏينهن انهن آسمان جيڏين جاين کي ضرور باهہ لڳندي. منهنجو ديپڪ سر ضرور رنگ لائيندو. منهنجي راڳ سان ڪو انقلاب ضرور برپا ٿيندو. سامراجين جون ڌرتيءَ جي سيني تي هي قرڙين جهڙيون اپاريل عمارتون ضرور سڙي بسمر ٿينديون.

اوڻٽيهه سال گذري چڪا آهن، راڳ رنگ نہ لاتو. جوش ۾ شدت اچي وئي، واڇون وڏيڪ ڇبيون ٿي ويون، آواز ۾ وڏيڪ گجگوڙ اچي ويو. سڀ عمارتون وڃن ٿيون وقت سان گڏ وڌنديون. من چئي ٿو "يرا هڪ نہ هڪ ڏينهن انهن کي باهہ ضرور لڳندي، ديپڪ راڳ ڪوڙو نہ ٿو ٿي سگهي، استاد تانسين جو قسم آ. ديپڪ ضرور رنگ لائيندو".

ڏسان ٿو منهنجي سامهون پن ٽن آسمان جيڏين بلند عمارتن جي درين مان دونهون فضا ۾ پکڙجي رهيو آهي. جلندڙ شين جي ڌپ، دونهي سان گڏ نڪ ۾ داخل ٿئي ٿي. تان ۾ هڪ نئون رنگ پرجي ٿو وڃي. اکيون ٻوٽي، هڪ هٿ سان تنبورو وڄائيندي، ٻيو هٿ فضا ۾ ڏگهيڙيندي زور سان راڳ آلاپيان ٿو. باهہ وڌندي ٿي وڃي. دونهين جي جاءِ هيڏا ڳاڙها باهہ جا الا ٿا اچي والارين. ماڻهن جي هوءِ هوءِ تيز ٿي ٿيندي وڃي. وارو وارو جا آواز ٿا اچن، هو مون کي پڪ ڳوليندا هوندا، هنن کي خبر آهي تہ مان اوڻٽيهه سالن کان انهن جي عمارتن اڳيان ديپڪ راڳ ڳائي رهيو آهيان. خوف ۽ خوشيءَ جا تاثر گڏجي منهنجي آواز ۾ نئون جوش ٿا آڻي وجهن.تنبوري جي تان "ها..... آ" جي آواز سان ڇبيون سئيون ٿيندڙ واڇون، هوا ۾ سر جي تان تي لهرائيندڙ هٿ. اڄ اهي سامراجي ضرور بسمر ٿيندا. ديپڪ ڪوڙو نہ آهي. استاد تانيس جو قسم اڄ واهہ جو لڳو اٿن.

باهہ وڌندي ٿي وڃي، ماڻهن جي هل آسمان مٿي تي کڻي ڏنو آهي، شهر جي گهگهن هڪ ئي مهل وڄڻ شروع ڪري ڏنو آهي.

اکيون کولي ڏسان ٿو، منهنجي سامهون ڪيترين ئي عمارتون باهہ جي الن جي لپيٽ ۾ آهن. راڳ ڳائڻ بند ٿو ڪريان ۽ سامراجين جي سڙڻ جو مزو ڏسڻ لاءِ لٺا چنبي،

اٿي تنبوري کي هٿ ۾ لوڪائيندو اڳتي ٿو وڌان، پرندڙ جاين جي ويجهو ٿو ايندو وڃان، پريان ڏسان ٿو، ڪيترائي همراهه هٿن ۾ باهه جا الا کڻي نعرا هڻن ٿا. هنن جي آوازن ۾ باهه کان وڌيڪ رعب ۽ دهشت ڀريل آهي. هو عمارتن کي باهيون ڏيندا، اڳتي وڌن ٿا. هو مزدور آهن. پنهنجو حق گهرن ٿا. مون کي پنهنجي بکواس کان نفرت محسوس ٿيڻ لڳي ٿي، پنهنجي خوشفهميءَ تي ڏک ۽ خار اچي ٿي. مون جيڪي اوڻٽيهن سالن ۾ نہ ڪيو. اهو هي جوان منٽن ۾ ڪري ويا. تنبوري کي ڏسي، پوءِ خار مان مٿي بلند ڪري، باهه جي الن اندر اڇلي ڇڏيان ٿو. تڙڪاٽ ڪري پرندڙ ڪاٺين مان هڪ وڏي ڪاٺي کڻي انقلابين جي پٺيان هلندو وڃان ٿو.

# هيرڻ جو پڻ

فصل ۾ لابارا پيا، ڪمي ڪاسبيءَ جي گهر ۾ گنديون پريون، پيٽ پريا. همراهه اوڳرائي ڏيئي ڪر پيجي اٿيا، ڪي ڪيسا ٺپي، ميندي مڪي، سرمو پائي، ململ جو چولو ۽ سٿڻ اوڍي، ڳانا ٻڌي، لٺيءَ جو لڪڻ هٿ ۾ ڪٽي، شهر جي بس تي لت ڏيئي چڪلي جي نيت ڪري هليا ويا ته ڪن ورڻ ڪهاڙي تي تيزاب هاري ڪٽ صاف ڪئي.

”وارا ٻارا آهن سائين مڙس مارڻ ڪو سولو ڪم ته نه آهي“ خانڻ هيرڻ جي وڻ کي پاڻي ڏيندي دل ئي دل ۾ چيو. اهو هيرڻ هن جي دشمنيءَ جو يادگار هو. ان جيڏو جهونو هيو رات ٿي ته خانڻ به گهر مان ڪهاڙي کڻي نڪتو. گهپ انڌيرو، هٿ هٿ کي نه لهي. آسمان ۾ رڳا ٽم ٽم ڪندڙ تارا، سڀ پيا آهن سڪ ننڊ ۾. خاموشي جي مٿان گهون گهون جو آواز، تڏن جي ڪرڙ ڪرڙ، تلاءَ جي پرسان ڏيڏرن جي ٽان ٽان، باقي ڪاري اونده. ڪو هجي به ته نظر نه اچي. خانڻ پير پير ۾ ڏيئي علڻ جي گهر جو رخ ڪيو. سيدن وارو محلو ٽپي، گهڙي آيو ڪنب جي پاسي ڏي. تلاءَ ۾ ڏيڏرن جا ٽپا، ڇبڪ ڇبڪ، ان ڪان اڳ جو خانڻ علڻ وارو لوڙهو ٽپي، خبر نه پئي ته چور چور ٿي ويئي. ياچ ياچ ۾ جڻ سڄي ڪائنات جاڳي پئي. خانڻ پنهنجو وارو نه وڃايو، ڪهاڙي واڪا ڪندي علڻ جي ٻانهن ۾ گهڙي ويئي. ”ها علڻ تنهنجي زال کي......“ هڪ ڪهاڙي، ٻئي ڪهاڙي، علڻ هوءِ هوءِ مچائي ڏني، ڳوٺ وارا پريان اونده ۾ ننڊيون ننڊيون چمنيون ٻاري هٿن ۾ ڏگهيون لٺيون کڻي ڊڪندا آيا. سيدن جو پاڙو اورانگهي اجان تلاءَ جي پرسان پڳا ئي مس ته هنن کي هڪڙو پاڇولو لوڙها ٽپندي نظر آيو.

”ڪهڙو آنءَ ڙي؟“

هڪڙي همراهه پريان ئي رڙ ڪندي چيو.

خانڻ سيدن جي پاڙي ڏانهن رخ ڪرڻ ڪان سواءِ، اوڏن جي خيمن جو رخ ڪري، تلاءَ جي مٿين ٽاپ وٺي ڊڪندو تيزي سان اونده ۾ گم ٿي ويو.

پرڀات ٿي ته اجان ڪوسن جي ويڙهي مان هلڪن سڏڪن ۽ رڪي رڪي پارن جو آواز اٿي رهيو هو، تان جو خبر نه پئي ته صوبيدار رب نواز جي جيپ زوڪٽ ڪندي ميان شاهه واري بند تان ڌڌڙ اڏائيندي ڪوسن جي پاڙي کي اچي ويجهو ٿي. جيپ بيٺي ته صوبيدار رب نواز خان لانگ ورائي هيٺ لهي پيو، هن مڇ تي هٿ ڦيري آس پاس بيٺل ماڻهن کي

نهاريو ۽ پوءِ ڪاريءَ ڏنڊي کي ٻئي هٿ تي ٺوڪيندي ٿلهو پيٽ چلڪائيندي، ويڪري سوٽ سان لڪ لڪ ڪندي اڳتي سري آيو.

”اڙي ڪاٿي آ ماتو خانڻ“ هن ٿلهي آواز ۾ چيو.

”سائين اهو ته رات لاڪون گهر آ“.

”اڙي رات لاڪون جا پٽ ماتو ڪهڙو اٿس گهر؟“

”سائين هي“. همراهن هٿن سان هڪڙي ننڍي گهر ڏي اشارو ڪندي چيو.

صوبيدار رب نواز ڪنهن پڇا ڳاڇا ڪان سواءِ خانڻ جي گهر ۾ گهڙي آيو. ٿوري دير به نه گذري ته صوبيدار جي ٿلهي هٿ ۾ خانڻ جو گريبان هو، ٻاهر گهٽيءَ ۾ وٺي آيس.

”اڙي ماتو، گندين ۾ تو لڪين، ڪنجر، ماءُ جا....“

”سائين رب جي واسطي قرآن کي مڃ“.

هڪ چماٽ، ٻئي چماٽ، ٺڙ ٺڙ ٿي وئي.

”ماتو معاف ڪريان.... پيڻ جا..... اڙي وٺوس... جي .... کي“

صوبيدار ٺڙيءَ تي زور ڏيئي سپاهين کي چيو.

سپاهين جا ٿلها ڏنڊا حرڪت ۾ اچي ويا، ڌپ ڌپ ٿي وئي.

مجموعو لڳي ويو. ڳوٺ وارا ڏڪي ڏڪي خانڻ جو انجام ڏسڻ لڳا.

”اڙي صوبيدار، ٻيلي نالو ٿي خدا جو“ اوچتو خانڻ جي نوجوان زال در جي ڪٽي مٽي ڪري نڪتي ۽ صوبيدار جي اڳيان هٿ ٻڌي روئڻ لڳي.

”اڙي ماتو پري ٿيءُ، ماءُ جي.....“

صوبيدار ٿلهو بوٽ ٺڪاءَ ڪرايو، خانڻ واري زال جي چيلهه ۾ ”هوءِ ڙي“ زال هنس وجي پري ڪري. سپاهين ڪوسي کي ڪٽي ڪٽي اڌ مئو ڪري ڇڏيو، پنيءَ جا ٻيرا ئي لاهي ڇڏيائونس. هڪ هڪ ڏنڊي سان رڙ ته پيو ڪري، اپ پيو ڏاري.

”اڙي منهنجي پيءُ به توبنهن ڪئي. اڙي قرآن کي مڃ“.

”گهلي هلوس ڙي ٿاڻي تي.“ صوبيدار پيٽ تي زور ڏيندي چيو.

سپاهين خانڻ کي گهلي جيپ ڏانهن سوريو ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ تماشي ۾ بيٺل ماڻهو خوف وچان جيپ کي سر واهه جي بند تان مٽيءَ اڏائيندي زوڪاٽ پريندي ويندو ڏسي رهيا هئا.

ٻه ڏينهن گذريا ته خانڻ ڳوٺ ۾ هيو.

”اڙي ڇو؟“

”اڙي پيٽيان کو سچو لڌو اٿو ڇا؟ پورا ڏهہ هزار ڏنا آهن آفيسرن کي، هاڻي علڻ جيڪو ڪيس ڪيو تہ ڏنو ويندو“.

علڻ وارن شهر ۾ ڪيس داخل ڪرايو، هيڏانهن خانڻ بہ پنهنجي وڪيل سان عدالت ۾ پهچي ويو.

”اڙي خانڻ، تو علڻ جي ٻانهن ڇو ڪٽي؟“

وڪيل سوال ڪيو.

”ڇو جو هن منهنجي ڀاءُ جي سسي ڪپي هئي“.

”اڙي علڻ تون خانڻ جي ڀاءُ جي سسي ڇو ڪپي؟“

خانڻ جي وڪيل سوال ڪيو.

”ڇو جو ان منهنجي وڏي ڀاءُ کي ڪٺو هيو“.

”اڙي خانڻ“ علڻ جي وڪيل چيو، ”تو واري ڀاءُ هن جي وڏي ڀاءُ کي ڇو قتل ڪيو؟“

”ڇو جو ان منهنجي بابي کي قتل ڪيو هيو“.

”اڙي علڻ ڀاڻي هن جي پيءُ کي ڇو قتل ڪيو؟“

”ڇو جو سائين ان منهنجي بابي کي قتل ڪيو هيو“

”اڙي ڇو بابي کي قتل ڪيائين؟“

ان کان اڳ جو خانڻ ڪو جواب ڏئي. جج ميز تي هٿوڙي کي ٺڪ ٺڪ ڪرايو. ”بيڪار ڳالهين ۾ عدالت جو وقت نہ وڃايو. ڪيس کي اڳتي وڌايو“.

ڪيس هلندو رهيو، ڇهہ مهينا گذري ويا تہ علڻ جو داد فرياد نہ ٿيو. نہ خانڻ کي سزا آئي، خانڻ جا فصل مان ڪمايل پئسا آهستي آهستي ختم ٿي ويا. هوڏانهن علڻ سان بہ اها حالت ٿي، وڪيلن ۽ آفيسرن کي ڪارائي ڪارائي ڀاڻ سنهو ٿي ويو.

فصل ۾ لابارا پيا، ڪمي ڪاسبيءَ جي گهر ۾ پئسو آيو. ڪي همراهہ مڇن کي مکڻ مکي، ڏندن کي مساڳ هڻي لئي جو لڪڻ هٿ ۾ ڪٽي ململ جا ڊگها چولا ۽ سٿڻون پائي شهر جي بس ۾ چڙهي چڪلي جو رخ ڪري هليا ويا تہ ڪن وري ڪهاڙين تي تيزاب هاري ڪٽ لاٿي.

شام جا پاڇولا لٿا تہ علڻ بہ مڇ کي وڪڙ ڏنو. ”جي خانڻ جا چارئي عضوا نہ پڳم تہ علڻ نالو ئي نہ آهي“. همراهہ لانگ ورائي لهي پيو لوڙهن جي ٻئي پر. روئندي ٻانهن لڪل هئس چولي ۾، هٿ ۾ ڪهاڙي، پير پير ۾ ڏئي سيدن جي محلي جو رخ ڪيائين. رات جو سناٽو، خاموشي، جهالت جهڙو ڪارو انڌيرو، ڏيڏرن جي ٽان ٽان، تڏن جي ٽڪ ٽڪ، ڪتن

ڪڍهن ڪاريهر جي سينڌ.

علڻ سيدن جي محلي مان لنگهي اچي ڪوسن جي ويڙهي ڪي ويجهو ٿيو، خانڻ ٻه ڪو زال سان گهر ۾ وينو هو، پٽ ڪي دشمنيءَ جا قصا پيو ٻڌائي. خبر نه پئي ته علڻ پريان ئي هڪل ڪئي، "نه ويندين ڙي خانڻ تنهنجي جوءِ ڪي...." اوچتو علڻ لوڙهو ٽپي ڪهاڙي اپي ڪري پريان ئي الر ڪئي. هوءِ هوءِ ٿي ويئي. ان ڪان اڳ جو ويڙهي جا مڙس اچن، ڪهاڙي جي ڏڀ ڏڀ ٿي ويئي. علڻ جي ڪهاڙي ڪيترا دفعا زورڪڻ ڪندي خانڻ جي جسم ۾ چيپي وئي. ويڙهي ۾ اچي هل ٿيو، سڄو ڳوٺ جاڳي پيو. علڻ جوانن جي پهچڻ ڪان اڳ ئي لوڙهي ٽپي ميان شاهه واري بند ڪان ٿيندو ڪورين جي محلي ۾ گم ٿي ويو. ٿوري دير نه گذري ته ڳوٺ جا ننڍا وڏا خانڻ جي چچريل جسم مٿان هيا. جوٽس ۽ پٽهس مٿان بيهي روئي رهيا هيا. اوچتو خانڻ جي رنگ رنگيل منهن ۾ جنبش ٿي، اکيون کليون،

"اڙي جاڙا" هن پٽ کي سڏيندي چيو.

"ٻيلي مڙس ٿجان، غيرتي آهين، ته خاندان جي غيرت کي نه لڄائجانءِ"

خانڻ آهستي آهستي ٿورو مٿي ٿيو ۽ هن پٽ کي چيو

"اڙي اسان جي دشمني هن هيرڻ جيڏي پراڻي ٿي، ان کي پاڙي ڏجانءِ".

خانڻ جي اکيان هن جي خانداني دشمني جو وڻ هيو. چنبي جهڙا پن، پنج آگريون، ڪليل، سڏيون منهن ۾ لعنت ٿي.... لعنت ٿي.... لعنت ٿي....

تڪليف ڪان ڪوسي جا ڏند ڀڪوڙجي پيا. ڏڙام ڪري ٻيهر ڍيري هيٺ ڪري پيس. اسماعيل حڪيم آيو، پر ڏسڻ ڪان سواءِ ئي هليو ويو. ڇو جو خانڻ جو روح ڏاڏن جي روح سان وڃي مليو هيو.

# آخري خواهش

هن ڏانهن وڌندڙ قدمن جا آواز گهرا ٿي چڪا هئا. هو اکيون ڦاڙي ۽ ڇپن کي گول ڪري انهن آوازن کي ڪنائيندو رهيو. ٿوري دير کان پوءِ روشنيءَ جا ڪجهه زرد ڪرڻا هن جي انڌيري ڪوٺڙيءَ ۾ پيا، ۽ پوءِ ديوارن تي لوهي سيخن جو عڪس ٺاهيندا وڌندڙ انسانن جي قدمن سان پنڌتي ٿيندا سڄي ڪوٺيءَ ۾ ڦهلجي ويا. ڇمنيءَ جي لاٽ هن جي اکين کان ڪجهه قدم پري لوهي سيخن جي پويان هئي. هو روشنيءَ جو تاب سهي نہ سگهيو ۽ هن جون اکيون ڇڇيون ٿي ويون، نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا، ۽ هن ٻئي هٿ اکين تي ڏئي ڇڏيا.
”تنهنجي ڪا آخري خواهش؟“ اوچتو هن جي ڪوٺڙيءَ ۾ اداس پڙاڏو پيدا ٿيو. هن پنهنجي تڪليف تي ضبط ڪري، اکين تان هٿ هٽائي، ٻاهر بيٺل انسانن کي نهاريو. اهي تعداد ۾ ٽي ڪن هيا، جن مان هڪ کي ٿلهي جسم تي ڪارو جبو ۽ مٿي تي اڇو ڪپڙو اوڍيل هو. پوءِ هن ٻين شخصن کي ڏٺو جن مان هڪ زرد شعلي واري ڇمني جهلي بت جيان خاموش بيٺو هيو ۽ ٻيو ان جي پويان ٻانهون ٻڌي ڪن خيالن ۾ گم هيو.
”قيدي تنهنجي ڪا آخري خواهش؟“ هڪ دفعو وري آواز آيو ۽ خاموشي ڦهلجي وئي. قيديءَ هنن جي آواز کي محسوس ڪري ڪنڌ کي ناڪار ۾ جهنجهوڙيو، جنهن جي ڪري هن جي ڪڙين مان ”جهڻ جهڻ“ جو آواز اڀريو. ٿوري دير کان پوءِ روشنيءَ جا ڪرڻا پٽين تي سيخن جا ڏِگها ڏاڍا ٺاهيندا ٻئي پاسي ڏانهن گم ٿي ويا. هو هڪ دفعو وري انڌيرن ۾ پنهنجي وجود کي ڳولڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳو. هن سوچيو، ”خواهشون بہ ڇا آهن؟“ ”غلاميءَ جو مفهوم آهن.“ ڇا واقعي هر خواهش غلامي آهي؟ ”انسان جي هر خواهش زندگيءَ کي آسان بڻائڻ جو ذريعو آهي، زندگي بوجهه آهي، انسان جي هر جدوجهد حياتيءَ جي گهٽيءَ کي آسان ڪرڻ جو نسخو آهي.“ هن جي دل ۾ ڇڻ ڌڪو مچي ويو. هن ڦٽڪي وڏا تارا ڦوٽاري انڌيرن ۾ نهارڻ چاهيو، پر هر طرف ٻي وسي. خاموشيءَ ۾ وڄندڙ سائون سائون ۽ عجيب نراشا! هن کان تہ اهو بہ وسري چڪو هيو تہ هو قيد ۾ گهڻا پيرا آيو ۽ گهڻا پيرا آزاد ٿيو. هن جي لاءِ پنهنجي آزاديءَ جي تہ ڳالهہ ئي ڪو نہ هئي. هر شيءِ قيد خانو آهي، پوءِ ڇاهي اهي قيد جون ديوارون هجن يا ٻاهران جو ماحول. هن جي اڳيان ان وقت آزادي جيئري لاش جيان هئي. هن تي انسانن جو وجود ائين محسوس ٿيو، جيئن ان کي زوريءَ غلاميءَ جو ڪفن پارائي سرشتيءَ جي قبر ۾ محض اهو ٻڌائي سمهاريو ويو هجي، تہ ننڊ ڪريو تہ

خواب ڏسي مري ويو. شروع شروع ۾ هن جو قيد ۾ اچڻ، به عجيب اتفاق هيو، هن جي آس پاس جي هر شيءِ غلام هئي، هن کي جڏهن به آزاد ڪيو ويو، ته قيد کان ٻاهر هن پنهنجن مقصدن سان ياري نڀائي. هن هر انسان کي دوکي جي ديوار سان آشنا ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جو هن سان تعلق هيو ۽ هو پنهنجي ڪيترن سالن جي محنت جي ڦل سان پوريو پيو هيو. هن جو سرمايو انڌيرا، جن کي هو پنهنجن هٿن ۾ قابو پيو ڪرڻ چاهي، پر آزاديءَ جهڙا انڌيرا جيڪي هن جي هٿن ۾ نه پيا ڦاسن. غلاميءَ جهڙا انڌيرا جيڪي هن جي چوڌاري ڦهليل هئا، جن کي هو اکيون کولي به ڏسي پيو سگهي ته اکيون بند ڪري به. "غلامي چا هي ؟" هن پاڻ کان سوال ڪيو غلامي .... غلامي......... غلامي ....... دماغ تي پوندڙ ڪنهن بوجهه کان هو هيٺ ڍرڪندو ويو. اونده ۾ چڻ گوڙ مچي ويو. هن اکيون ڦوٽاري دماغ جي رڳن کي سيٽائي پاڻ سنڀاليو ۽ هو چڻ پاڻ ۾ موٽي آيو. پڙاڏا، غلامي ....... غلاميءَ مان ڦري اونده ۾ سائون سائون ڪري وڃڻ لڳا، ائين، جيئن هزارين ميل ڏور ويرانين ۾ مندر جا گهنڊ زنجير جي چڪ سان ڊڙانگ..... ڊڙانگ..... ڪري ڌرتيءَ تي غلاميءَ جو اعلان ڪندا هجن، چا اهي گهنڊ آزادي قبول ڪري سگهن ٿا؟ زنجيرن کي ڇني چا خود شڪتي پيدا ڪري سگهن ٿا. ۽ هو منجهي پيو. هن وٽ ڪو به جواب ڪو نه هيو. هو انڌيرن کي جاچڻ لڳو. انڌيرا..... انڌيرن سان هو ڪيڏو نه مانوس ٿي ويو هو. انسان ۾ حالتن کي جهڻ جي بهترين صلاحيت موجود آهي. هو هر شيءِ کي جلد قبول ڪندڙ آهي. غلامي، انڌيرا، نراسائي محض هر ڪا شيءِ هن کي ياد آيو، جڏهن هو پهريون دفعو انڌيرن ۾ آيو هيو ته هن پاڻ کي ڪارڻ نانگن ۾ ويڙهيل محسوس ڪيو هو، ۽ پوءِ آهستي آهستي جوڳي ٿي ويو. ۽ هاڻي، جڏهن هو روشنين ۾ نڪرندو آهي ته سج جا ڪرڻا هن کي وجود ۾ چڀندڙ محسوس ٿيندا آهن. هن سوچيو، "سرشٽي جي هر غلامي انسان تي زوريءَ مڙهي وئي آهي ۽ انسان صدين کان انهن غلامين ۾ رهندي رهندي نرجو ٿي ويو آهي." قيديءَ پنهنجون اکيون ڪٺي قيد جي دريءَ کان ٻاهر نهاريو، رات جا ستارا، اونده جو سينو چيريندڙ لاٽون، روشنيءَ جو مجموعو، آزاديءَ جو امر نشان. پر وقت جي زنجيرن ۾ قيد. ۽ هو ٻاهرين دنيا ۾ ڪوئجي ويو. هو آزاد هيو ۽ هن جي وطن کي به آزادي ملي چڪي آهي. هڪ ٻيو حڪمران تخت تي ويٺو. ماڻهن ۾ سڪون جي لهر، هنن پنهنجي دل جو وزن هلڪو ڪيو. پهاڙ جيڏين دل تي پيل ڇپن سان ڍڪنيٽر کي سنگسار ڪيو پر ساڳيو دور- ٻن ڦيٿن واري گاڏيءَ تي رڪيل ڪيترائي ٽن وزنن جا چنگهون ڪري چڪيندڙ هڏن جو پڃرو. "هو غلام آهي، آخر ڪنهن جو؟" "زندگيءَ جو!" "پوءِ آزادي؟" "بڪواس" "زندگيءَ جو تعلق ته هن سان ئي آهي،

هو بذات خود پاڻ زندگي آهي.“ ”۽ زندگي؟“ ”چند ڪتن جي محتاج!“ ”ته هو غلام آهي...... پيٽ جو!“ قيديءَ نظرون کڻي شهر جي اچ وڃ کي نهاريو. هڪ جدوجهد ٽٽيءَ ۾ قاتل هڪ مسلسل چنگهه جنهن جي ختم ٿيڻ سان روح به پرواز ڪري وڃي. انسان دنيا ۾ سڀ ڪجهه جيئڻ لاءِ ڪري ٿو. هن جي جدوجهد حرارت لاءِ آهي، جيڪا هن کي جيئرو رکي سگهي. مسلسل جدوجهد، پر هو پائي ڇا ٿو؟ موت؟ ... ته پوءِ ان جدوجهد جو ڇا مطلب؟ زندگي کي آسان بنائڻ لاءِ، ٿهڪن جو سهارو، روئڻ جو سهارو، جنس جو سهارو، نفس کي مطمئن ڪرڻ لاءِ هر قلم تي سهارو ئي سهارو. ڪيترو نه معذور آهي انسان. ته پوءِ آزادي؟ غلامي، خلا جيان دنيا کي ويڙهيل ٿلهو زنجير آهي. جنهن جي ڪڙين ۾ قاتل انسان ڪنديءَ ۾ قاتل مڇيءَ جيان آهي، يا ته عذاب ۾ ڦٿڪندي زندگي بسر ڪري يا ته آزاديءَ لاءِ ڪنديءَ ۾ ڦٿڪندي ڦٿڪندي جان ڏئي. پر هن جو ڇٽڻ مشڪل آهي. هن کي آزاديءَ جو مفهوم سمجهه ۾ ايندو ويو. هن کي پنهنجون رڳون سيٽيل ۽ تپيل سنهيون لوهي تارون محسوس ٿيون، جيڪي هن کي اندر ۾ چيڀ لڳيون. هن کي پنهنجو جسم سيٽجي پرندو محسوس ٿيو. ان عذاب کان هڪ دفعو هو وري پاڻ ۾ موٽي آيو. ستارا هن آڏو الوپ ٿي چڪا هيا ۽ هو وري انڌيرن ۾ هيو، هن صرف اهو محسوس ڪرڻ لاءِ ته، واقعي هو قيد ۾ آهي، پنهنجين ڪڙين کي هٿ هڻي محسوس ڪيو. ٿڌيون، پاروتي لاش جي جسم جهڙيون. هن کي هر ڪڙي ائين محسوس ٿي، جيئن غلامين جو ڪو سلسلو هجي. ڌرتيءَ کان وٺي ستارن تائين جيئن بذات خود هو آزاديءَ جو غلام آهي. هر آزاديءَ غلاميءَ جي ذرڙن مان ٺهي وجود ورتو آهي. آزادي، دل کي وندرائڻ ۽ زندگي گذرڻ جو خيالي آٽت آهي. ديوانن جو خمار آهي. جواڻ غلاميءَ جي موهيڙي مان وهندڙ پونءِ آهي. آزادي بڪواس آهي. انساني تخليق هن جي وجود سان واحيات مذاق آهي. ”پر ڪائنات ۾ ان جا مقصد؟“ ”ڪنهن چريئي جي، ڪاغذ تي پاتل ڦڏين سٽين ليڪن کان سواءِ ڪجهه به نه آهن. جن جو مفهوم بذات خود هن کي معلوم نه آهي.“ ”ته پوءِ حقيقي آزادي ڇا هي؟“ قيديءَ پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو. ”حقيقي آزادي......“ هن ڇپن ۾ ورجايو ۽ پوءِ هو ڇرين جيان زور سان ڏڪندي رڙيون ڪندو جيئن ئي قيد جي دروازي ڏانهن ڊوڙيو ته زنجيرن جي ڇڪ کان هن کي جهٽڪو آيو ۽ هو پٽيءَ پر ڌڙام ڪري ڪري پيو. ”منهنجي هڪ آخري خواهش آهي........... منهنجي هڪ آخري خواهش آهي.........“ هو رڙيون ڪري شور مچائڻ لڳو، ڪجهه سپاهي ڌم ڌم ڪندا پنهنجن ڳورن بوٽن سان هن ڏانهن ڊوڙندا آيا، ”ڇاهي، ڇو پيو گوڙ ڪرين؟“ انهن مان هڪڙي سوال ڪيو. پوڙهو ڪجهه دير خاموش ٿيو ۽ هن جي اٿڻ ڪري ڪڙين ۾ ڇڻ ڇڻ جا آواز

پيدا ٿيا. ”منهنجي هڪ آخري خواهش آهي......“ ”ڪهڙي؟“ ”مون کي آزادي ڏني وڃي.“ هن سخت لهجي ۾ چيو، جنهن ۾ بيوسي به هئي ته درد به. سپاهين جا منهن حيرت ۾ عجب کان لهي ويا. ”شايد جيل ۾ مسلسل رهڻ ڪري تنهنجو دماغ صحيح ڪم نه ٿو ڪري؟“ "نه.........“ قيديءَ زور سان رڙ ڪندي چيو، ”دنيا ۾ حقيقي آزادي جسم کان روح جي آزادي آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سان هميشه جدوجهد ڪندس. مون کي موت ڏيو....... آزادي ڏيو...... آزادي ڏيو....“ ۽ پوءِ هو زور سان ڏانڊيون ڪري پنهنجي غلاميءَ تي احتجاج ڪرڻ لڳو.

# آکيرا

گهرڙي جي جنم ڪانپوءِ ،
هو تپندڙ صحرائن ،
۽ اڇي برف جي ڪفن ۾ ويڙهيل ،
وادين جي حالتن موافق ،
ورهائبو ويو ،
پيغمبرن جي ڳوڙهن جيان ،
ڌرتيءَ تي ۔
پر پنهنجي قوم کي ،
وجود جي برقرار رکڻ جي جدوجهد ۽ ،
آڪاش ۾ پرواز ڪرڻ جي خواهش ڪري ،
نڪري آيا سونهري پر ،
هو ڪندا آهن پرواز ،
پنهنجي دلين جهڙي شفاف ،
لڳندڙ هير ۾ ،
لڏندڙ ڪيتن مان ،
پنهنجي چنهنبن ۾ کڻي ،
سونا روپا داڻا ،
موٽندا آهن شام جو ،
صدين کان ،
ڌرتيءَ جي دامن ۾ ٺهيل ،
ڪکائن آکيرن ڏانهن ۔ *

## ڇچريل زندگين جا قافلا

جنهن ۾ ڀهراڙيءَ جي موضوع تي لکيل ڪهاڻيون شامل آهن. گوٺن ۾ "هارين سان ٿيندڙ زيادتين ذاتي دشمنين، وڏيري جي مڪارين ۽ نئين انقلاب جي راهه روشن ڪرڻ جي موضوعن تي، چٽن ۽ صاف لفظن ۾ لکيو ويو آهي، اميد ته هيءُ ڪتاب پڙهندڙن کي ضرور پسند پوندو.

ڊاڪٽر رسول ميمڻ پهرين جنوري ١٩٥٦ع سکر ۾ ڄائو ١٩٧٧ع ۾ سنڌي ڪهاڻين جو مجموعو "آهن جي نالي" پڌرو ٿيو جنهن کيس ادبي حلقن ۾ شهرت بخشي، ان کانپوءِ لڳاتار سندس ڪهاڻيون ۽ شاعري سنڌ جي مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن ١٩٧٩ع ۾ سندس شاعريءَ جو مجموعو "اوشا جي آشا" ۽ ڪهاڻين جو مجموعو "ڪافر ٿي ٻوٽا" شايع ٿيا جن کي ڪافي تر جي پڙهندڙن پاران بيحد سراهيو ويو. "ڇچريل زندگين جا قافلا" ڀهراڙيءَ جي ماحول تي لکيل ڪهاڻيون آهن. سچ ته اهو آهي جديد سنڌي ڪهاڻي ۽ شاعري رسول ميمڻ جي نالي کانسواءِ نامڪمل آهي.

---

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن سنڌ



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي


Cell No: 0344 3919786
0300 3404488